# ستارن پويان ٻوڙندڙ شخص

(پرڏيهي ڪهاڻيون)

پوَن سنڌي

ڪتاب جو نالو: ستارن پويان ڊوڙندڙ شخص

موضوع: پرڏيهي ڪهاڻيون

سنڌيڪار: پون سنڌي

تعداد: هڪ هزار

ڇاپو پهريون: نومبر 2015

پاران: نئون نياپو اڪيڊمي،

C-4 سچل ڳوٺ، گلشن اقبال ٽائون، ڪراچي سنڌ

Ph # 021-32624153, 34690389

Cell # 0333-2311581

ملهه

اڇي ڪاپي =/200

سادي ڪاپي =/150

# ارپنا

آئيندي جي
**انسان جي نانءِ!**
جنهن جي هٿ ۾،
نہ هٿيار هوندو
۽ نہ دل ۾ نفرت.
فقط محبت ئي
سندس مقصد،
منزل ۽ سڃاڻپ هوندي

- يوَن سنڌي

# سٽاءُ

# پبلشر جو جو نوٽ

ڪهاڻيون اصلوڪيون هجن يا اُلٿو ڪيل. ٻنهي جو مزو ساڳيو ئي من ۾ پاوڪ هوندو آهي. ها پر، ليکڪ ۽ مترجم: لکت، ٻولي ۽ گرامر جا واڌو ڇاڙو هجن ته پوءِ ٻنهي ۾ ڪا وڏي وٿي باقي نٿي رهي...

جڏهن ته اهو به اسان آڏو آهي ته، ڪوڙ سارا سنڌي ليڪ اڻ گهڙيا ليک لکي پيا گد گد ٿين ٿا ۽ بلڪل انهن جيان ئي مترجم پڻ انڌو ڪاٽو ترجمو ڪري واهه واهه لئه پيا واجهائن...

پر هت ايئن ناهي! هي ڪتاب جيڪو اوهان جي هٿن منجهه اچي ويو آهي سو بلڪل به هڪ ڏار پاسو پَسائي ٿو...

هن ڪتاب جون ڪهاڻيون پڙهندي اوهان کي بلڪل به ايئن نه لڳندو ته ڪو اوهان ڪن ڌارين ٻولين جون ڪهاڻيون پيا پڙهو...

هر ڪهاڻي اوهان کي پنهنجي پر پاسي چر پر ڪندي ڪٽڪندي ۽ ان جو سنڌي جڙاءُ اهڙو جو اوهان ان کي ترجمو چوڻ کان پيا ڪيٻائيندا...

۽ اهو ئي پورن سنڌيءَ جو ڪمال آهي جو پهريان ته هو ڪهاڻيون ئي اهڙيون چونڊي ٿو جو جهڙيون پنهنجي ڏيهه جون ۽ مٽان وري اهڙو ته دل جي لڳاءَ وارو ترجمو ٿو ڪري جو پڙهندي اصل

من موهي ٿو وجهي...

هن ڪتاب: ”ستارن پويان ٻوڙن شخص“ سان گڏ نئون نياپو پاران سندس هڪ ٻيو ڪهاڻي ڪتاب: ”درد بڻيو دلربا“ پڻ پڌرو ڪيو ويو آهي...

۽ هاڻي اهڙي پڪ ڇاڻو تہ نئون نياپو ۽ ٻون سنڌي بہ گڏ گڏ هوندا، اهڙي اسان جي سوچ آهي... ۽ ڪوشش پڻ آهي...

ڪتاب پڙهي پنهنجي راءِ کان آگاهہ ڪرڻ نہ وساريندا.

اوهان جو

**سنڌي انعام**

چيئرمين

نئون نياپو اڪيڊمي

## مهاڳ

# يون سنڌي

## دنيا جي طرف دري کولي ٿو

**ازرا پائونڊ** چيو هو تہ اعليٰ ادب جو دور اصل ۾ ترجمن جو دور ئي هجي ٿو. شايد اها ڳالهہ هُن ان حوالي سان ڪئي هجي تہ ٻين ٻولين جو سٺو ادب ترجمي ذريعي ڪنهن نئين ٻولي جو ويس ڍڪي سرحدون ۽ ملڪ اُڪري ويندو آهي ۽ ادبي شاهڪارن جي نہ صرف مقامي حيثيت بہ ختم ٿي ويندي آهي تہ انهن تان ڪنهن هڪ ٻوليءَ جي پابندي بہ ختم ٿي وڃي ٿي. مقامي حيثيت ختم ٿيڻ مان مراد آهي بين الاقوامي حيثيت اختيار ڪرڻ لڳن ٿا. ترجمي بابت ڊگها بحث آهن ترجمي ۾ ”تخليق“ جو عنصر ڪيترو شامل هجي ٿو؟ ترجمون ٻئي ادب جو پڙاڏو هوندو آهي يا ترجمو ڪرڻ بہ لکڻي آهي؟ سروانتي چيو هو تہ Translation is the other side of tapestry.

ايمرسن جنهن چيو هو تہ مون کي ترجمو پڙهڻ ۾ ڪا بہ هٻڪ نہ ٿيندي آهي ۽ آءٌ سڀئي سٺن ڪتابن جا ترجما ئي پڙهندو آهيان. ڪنهن بہ ڪتاب ۾ جيڪو بہ سٺو لکيل هجي ٿو اهو ترجمي جوڳو هوندو آهي.

ڀلي ترجمي ۽ تخليق ۾ زمين آسمان جو فرق هجي، پر ترجمي جي اهميت ۽ ان حساس ڪم کان انڪار ڪرڻ ناممڪن آهي. ترجمي جو ڪم دنيا ۾ تحريڪن جو محرڪ بنيو آهي. مثال طور يورپ ۾ جڏهن

بائيبل جو ترجمو ٿيو تہ ان تان مذهبي طبقن جي اجاره داري ختم ٿي ۽ مقامي ٻولين/انگريزي ۾ ترجمي سبب بائيبل عام ماڻهن جي پهچ ۾ سنئون سڌو اچي ويو جنهن ڪري ماڻهو ان جو مطالعو ڪري سماج جي گردن تي سوار اتان جي مذهبي طبقن کان سوال ڪرڻ/پڇڻ جي لائق بنيا. عيسائيت پروٽيسٽنٽزم ۽ ڪئٿولڪزم ۾ ورهائجي وئي ۽ سماج عقليت جي راهہ اختيار ڪرڻ طرف وڌيو.

ڪنهن دور ۾ مذهبي طبقن ۾ ترجمي جهڙي فن سبب خوف طاري هوندو هو ۽ مذهبي طبقا مقدس ڪتابن جي ترجمن جي خلاف ڪفر جون فتوائون ڏيندا هئا. ڇو تہ ترجما ئي علم کي عوام طرف وٺي ويندا آهن.

ترجمي جو فن ساڳئي وقت ٻولي جي رڪاوٽ سبب حساس ۽ ڏکيو بہ هجي ٿو. هڪ ٻولي جا اکر کهرا، اگهاڙا، لفظ ٻي زبان ۾ مٺا، سهڻا، پوشاڪ پاتل ٿي سگهن ٿا. هڪڙي جاگرافيائي خطي جي آرٽ کي ٻي جاگرافيائي خطي ۾ اگهائڻ ڏکيو ڪم آهي. ان لاءِ لغوي ترجمي کان وڌيڪ تشريحي ترجمي کان بہ ڪم وٺڻو پوي ٿو ۽ اهو مڃيل سچ يا تسليم شده حقيقت آهي تہ شاعري جو ترجمو هڪ اڻ ٿيڻي ڳالهہ آهي. انهي ڳالهہ کي مدِنظر رکندي سيموئل جانسن چيو هو تہ ”شاعري جون خوبصورتيون ۽ حسناڪيون اسان ٻي زبان ۾ محفوظ نٿا رکي سگهون، سواءِ ان زبان يا ٻولي جي جنهن ۾ اها تخليق ڪئي وئي آهي.

ان ڳالهہ کي ذهن ۾ رکي اسان چئي سگهون ٿا تہ شاعري ئي آهي جيڪا ترجمي ۾ ضايع ٿي سگهي ٿي، پر اهو رسڪ فِڪشن يا نثر ۾ نٿو رهي.

هندستان ۾ جديد لٽريچر جي نشونما پويان ترجمي نگارن جي وڏي محنت هئي ۽ اهو جديد يورپي لٽريچر ترڪي مان هندستان پهتو. انهي ڪانپوءِ روسي انقلاب ۽ ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا جي قيام ڪانپوءِ، انهي پس منظر ۾ لکيل لٽريچر هندستان ۾ متعارف ٿيو. اوهان سنڌي لٽريچر جي تاريخ کي کڻندؤ تہ جديد لٽريچر تي ترجمن ذريعي پوندڙ اثر، انهن ترجمن ذريعي متعارف ٿيندڙ نيون صنفن وغيره بابت اوهان کي ڄاڻ ملندي.

ڀوَن سنڌي، سنڌي ادب - شاعري ۾ هڪ سينئر نالو آهي. اسان کان سينئر هن دوست کي اسان سنڌي ٻارڙن جي رسالي ۾ تڏهن پڙهندا هئاسون، جڏهن اسان خود ٻار هئاسون هن جي شاعري کانسواءِ سندس ترجمون ٿيل پرڏيهي ڪهاڻين جو مجموعو ”گوري گهاگهر ۾ گوندر“ جي نالي سان ٻيو ڀيرو تازو ڇپجي چڪو آهي. اوهان جي هٿن ۾ سندس محنت جو هي ثمر ڪتابي شڪل ۾ آهي. ڪهاڻين جو هي مجموعو ڏهن ڪهاڻين تي مشتمل آهي. جنهن ۾ امريڪي، فلپيني، ترڪي، آرميني، ملئي... ڪهاڻيون شامل آهن. ڀون سنڌي جيئن ته سنڌ جي لاڙ خطي سان تعلق رکي ٿو جتي سنڌي ٻولي وٽ لفظن جو ذخيرو گهڻو آهي. ڀون جيئن ته لکڻ پڙهڻ جي سفر جو پراڻو مسافر آهي ان ڪري هن جي ڪهاڻين جي چونڊ تي اکيون پوري اعتبار ڪري سگهجي ٿو. هن مجموعي ۾ به هن جي بهترين سليڪشن نظر اچي ٿي.

توڙي جو هي ڪهاڻيون مختلف رسالن ۾ اڳ ۾ ڇپجي چڪيون آهن، پر تڙ پکڙ ڪهاڻين توڙي ڪنهن به ٻي مواد کي، ڪتابي صورت جي هر وقت ضرورت ان ڪري هجي ٿي، جو هڪ پڙهندڙ جي پهچ ليکڪ يا ڪتاب تائين آساني سان ٿي وڃي ٿي ۽ هن ڪتاب ذريعي ڀون سنڌي پرڏيهي فڪشن تائين پنهنجي پڙهندڙن جي پهچ آسان بنائي آهي.

هنن ڪهاڻين پڙهڻ وقت يقيناً اوهان تي مختلف قومن، انهن جي ڪلچر، وهمن وسوسن، اظهارڻ جي طريقن جي دري به کلندي، ته دنيا جي گولي جي ٻين حصن تي رهندڙ ماڻهن، ڪردارن سان اوهان جي ملاقات به ٿيندي. اهڙن جذبن دردن، ڏکن، خوشين، خواهشن جا عڪس اولڙا به نظر ايندا، جن جي ڪا سرحد ناهي. جيڪي انسان ذات جو گڏيل اثاثو به آهن ته گڏيل الميا به آهن. جيئن آرميني ڪهاڻي جي پوڙهي نوسراد جو پنهنجي پٽ لاءِ ورهين جي ڪيل انتظار يا سالن جي اوسيئڙي کي سندس پُٽ هڪ رات لاءِ اچي پٽ ڏئي، نوسراد سان ملڻ کانسواءِ هليو ٿو وڃي. ائين ڀون سنڌي ”للي جي ننڊڙي دنيا“ نالي ملئي ڪهاڻي جي ترجمي ۾ اسان کي اهڙي ڇوڪريءَ ۽ مزدور جي ڪردارن طرف سنڌي ٻولي جي ميڊيم ذريعي ٻڌائي ٿو. جنهن ۾ للي جي ڪمٽمنٽ هڪ معذور مزدور سان

آهي ۽ هن جي سڄي دنيا اهوئي معذور شخص اهي جيڪو صنعتڪار جا سرمائيدار جي بي حسي جو شڪار آهي.

فوڪ لور Folk lore دنيا جي قومن جو گڏيل اثاثو. انهن قومن جي فوڪ لور ۾ عجب هڪ جهڙايون آهن. هنن ڪهاڻين ۾ اوهان ڪي فلپيني ڪهاڻي ۾ آرسي متعلق عجب سنوڻ ساڻ، يا وهم بيان ڪيل ملندا ۽ اوهان آرسي بابت سنڌ جي ڳوٺن شهرن ۾ ملندڙ جلندڙ سنوڻ ساڻ، وهم گمان اڪثر ٻڌا هوندا.

آءٌ اهو چوندو آهيان تہ سطحي ۽ رجعتي تخليق کان اهي ترجما هزار ڀيرا بهتر آهن جيڪي اسان کي ثقافتي ڪوهيڙي کي ٽوڙي ڪنهن روشني طرف وٺي وڃن.

يون سنڌي- اسانجو پيارو، جنهن محنت مستقل مزاجي سان انهي ڪم کي سرانجام ڏئي رهيو آهي. ان لاءِ يقيناً هو جس لهڻي . سندس هي سالن جو پورهيو، هڪ ڪتاب جي صورت ۾ يقيناً اسان جي انهن پڙهندڙ نوجوانن جي ذهني اڃ لاهيندو، جيڪي دنيا جي فڪشن کي پڙهڻ چاهين ٿا ۽ ڪنهن ٻولي مان ٿيل ترجمو، ماڻهن/پڙهندڙن کي تقابلي مطالعي جو موقعو بہ ڏئي ٿو.

يون سنڌي جو هي ترجمو ٿيل ڪم يقيناً اسان کي ان تقابلي مطالعي ۽ تجزئي جو موقعو ڏيندو تہ هن وقت اسان جو سنڌي فِڪشن شارٽ اسٽوري ڪٿي بيٺل آهي؟

- حفيظ ڪنير

حيدرآباد
15 سيپٽمبر 2015ع

# سنڌيڪار جو نوٽ

## پرڏيهه ۾ به ساڳيو پرين

**هر** قوم جو پنهنجو مزاج ۽ ماحول آهي. اُنهن جون پنهنجيون ريتون رسمون ۽ رهڻي ڪهڻي جو انداز آهي. پيار، نفرت، جذبا ۽ رويا جيتوڻيڪ ڌرتي جي سمورن انسانن سان ڳانڍاپيل آهن، پر پوءِ به هر قوم جو اُنهن جي اظهار ڪرڻ جو انداز ۽ طريقو الڳ آهي. ادب مجموعي طور تي هر قوم جي انهن سيني حقيقتن ۽ لاڙن جي اظهار جو نالو آهي ۽ اُن جو ذريعو ان قوم جي ٻولي سان واڳيل آهي.

اسانجي سنڌي ادب جي ڪيتر ۾ جيتوڻيڪ ڪهاڻي جي عمر ايڏي وڏي ڪونهي، پر اُنجو پنهنجو هڪ الڳ مقام ضرور آهي. اسانجو ڪهاڻيڪار انسان جي لطيف جذبن، احساسن، مزاج، ماحول ۽ ڌرتي جي دردن ۽ انسان جي ابدي خوشين کي ڪلا جو روپ ڏئي پاڻ پتوڙي رهيو آهي.

پر ڳالهه صرف اتي ختم نٿي ٿئي. ڪنهن ادب جي شاهوڪار هئڻ جو اندازو، رڳو ان مان نٿو ڪري سگهجي ته اسان وٽ ڪيترو ادب تخليق ٿئي ٿو. پر اُن لاءِ اهو به لازمي آهي ته اسانجي ادبي ڪيتر ۾ پرڏيهي ادب ڪيترو ترجمو ٿيو آهي؟ ۽ پرڏيهي ادب جي ڀيٽ ۾ اسان ڪٿي بيٺا آهيون؟ پنهنجي ٻولي جي ڪهاڻين کي ادبي ۽ بين الاقوامي معيار تي ڪٿڻ لاءِ پرڏيهي ادب جي ڄاڻ تمام ضروري آهي.

مون اهو ذهن ۾ رکي پرڏيهي ادب مان چونڊ ڪهاڻيون ترجمو ڪيون آهن، جيڪي اوهان وٽ ڪتاب جي شڪل ۾ موجود آهن. منهنجي ترجمي ڪرڻ جو مقصد ادبي پورهيو تہ پنهنجي جاءِ تي آهي ئي پر ان جو اصل مقصد اهو آهي تہ، هڪ تہ اسانکي خبر پوي تہ دنيا ۾ ڇا لکجي رهيو آهي ۽ ٻيو تہ، اسانکي اها خبر پوي تہ پرڏيهي ڪهاڻي جي ڪيتر ۾ اسانجي ڪهاڻي ڪيترو پاڻ موکيو آهي ۽ ان ۾ فني توڙي سٹاءُ جي لحاظ سان ڪهڙين تبديلن جي ضرورت آهي.

منهنجي هي ننڍڙي ڪاوش جيڪڏهن انسان جي اندر جي ٻاونائن کي سمجهڻ ۽ سموري انسان ذات جي دردن ۽ خوشين جو احساس اوهان جي من ۾ جاڳائي، اوهان جي راهہ ۾ ڏيئا روشن ڪري ٿي تہ آئون سمجهندس تہ منهنجي پورهيئي سڦلتا ماڻي.

ترجمو ڇا آهي؟ اُهو ڪيتريقدر تخليقي پورهيئي جي ڀاڱي ۾ اچي ٿو؟ ترجمي جو فن، ٽيڪنڪ، ٻولي، ڏانءِ ۽ اُن جي افاديت ۽ اهميت هڪ الڳ موضوع آهي، جنهن تي هڪ جدا ڪتاب لکي سگهجي ٿو.

منهنجي هن قلمي پورهيئي کي پڙهندڙ ۽ نقاد ڪيئن ٿو سمجهي؟ آءٌ ان لاءِ بالزڪ جي هن مشهور قول سان متفق آهيان تہ مان پاڻ تي ٻي جي ڪيل تنقيد (راءِ) جي حق جو احترام ڪريان ٿو.

ڀُونءِ جو ٻندو

**ڀوَن سنڌي**

20 سيپٽمبر 2015ع حيدرآباد

Email: bhawansindhi1@gmail.com

# جنين ڪان جياس

## سيرو خانزادئين

***پوڙهو*** نوسراد چاڙهيون لهي اڪروٽ جي وڻ هيٺان ٽڪ ٽڪ پيچرو لاءِ اچي ويٺو. هن پڳهر سڪائي پرسان وهندڙ چشمي مان منهن ڪي پاڻي جا ڇنڊا ئي مس هنيا جو هن پنهنجي اڳواڻ جو آواز ٻڌو. جيڪو هن ڪي سڏي رهيو هو. ”اونو سراد! تنهنجو پٽ ارشڪ واپس موٽي آيو آهي.“

”ڇا چيئي!؟“ پوڙهي حيرت ۽ خوشي محسوس ڪندي چيو ۽ پوءِ چيلهه ڪي هٿ ڏيئي سڌو بيهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. هو سڌو اُن طرف ڊوڙيو جتي سندس اڳواڻ بيٺو هو. جنهن فقط هڪ جملو ڳالهائي سندس سالن جي وڇوڙي ڪي ڪن پل ۾ مٽائي ڇڏيو هو. ”ڇا واقعي؟ هو ڪيڏي مهل پهتو آهي؟؟ هو ڪٿي آهي؟؟؟“ هن يڪ ساهي سڀ سوال ڪري ڇڏيا.

هو ڳوٺ ۾ اچي چڪو آهي. مون پاڻ هن کي اکين سان ڏٺو آهي. نو سردار تون ڏاڍو خوش نصيب آهين جو خدا توکي سلڇڻي ۽ سندر پٽ سان نوازيو آهي!“.

نوسراد کي لڳو ته سج اڳي کان ڏهه ڀيرا وڌيڪ چمڪي رهيو هو. هن پاڻ کي هوا جي پرن تي اُڏامندو محسوس ڪيو. هن جي دل خوشي ۾ نٽي ماپي.

نوسراد جيئن ئي ڳوٺ ڏانهن نهاريو ته خوشي مان ٻهڪي اُٿيو ۽ پوءِ هو انگورن جي وڻ ڏانهن مڙيو.

هن ارشڪ کي گذريل ڏهن سالن کان ڪو نه ڏٺو هو. هو هر سال روڊ تي آسوندي اکين سان نهاريندو هو. هن سندس وڇوڙو ڪيڏي نه وڏي گجي سان برداشت ڪيو هو ۽ هاڻ... هنجي انتظار جا ڏينهن ختم ٿي

چڪا هئا. ”ارشڪ ڏاڍي سٺي وقت تي موٽيو هو. باغ ۾ ميوو بہ پڇي چڪو هو ۽ هو؟ هيل بہ هميشہ جيان پيارو ۽ وڻندڙ لڳندو هوندو.“ هن من ئي من ۾ سوچيو.

نوسراد جو ڳوٺ ۾ ڪو بہ مائٽ باقي نہ رهيو هو. هن جي زندگي جا سکي ڪو نہ گذري رهي هئي. هن کي پنهنجو ڪو بہ پٽ ڪو نہ هو ۽ هن جي زال کي گذاري ڪافي سال ٿي چڪا هئا. هن جا پاءُ ۽ ڀاڄائي جنگ سبب پيدا ٿيل ڏڪار ۾ مري کپي پويان ارشڪ کي اڪيلو ڇڏي ويا هئا.

پوڙهي نوسراد پرسان پيل ڪوڏر کنئي ۽ زمين کوٽڻ شروع ڪئي. ڏرتي پنل هئي ۽ اُن مان شراب جي بيني بيني خوشبوءِ اُٿي رهي هئي. هن مٽڪو کوٽي ٻاهر ڪڍيو جيڪو هن ڏهہ سال اڳ پوريو هو ۽ هن کي اُنجي ٿڌي ڇهاءُ ڏاڍو سرور پهچايو. بيني بيني خوشبوءِ اندر ۾ اوتيندي هن مرڪي ڏنو ۽ پنهنجو پاڻ کي چوڻ لڳو: ”هاڻ تہ اهو شينهن جي ڪير ۾ تبديل ٿي چڪو آهي“. هن کي ياد آيو تہ ندي ڪناري ڇانهيون هاڻ پڇي چڪيون هيون. هن واڙي مان ڇانهي پٽي ۽ اُن تان چاندي جهڙي مٽي هٽائي صدري جي پلئہ سان صاف ڪري پنهنجي منهن اُن جي تعريف ڪرڻ لڳو: ”منهنجي ارشڪ کي ڇانهي تمام گهڻي وڻندي آهي“ ۽ پوءِ هن ڇانهي کي چتي هٽي اُنجي مٺي هئڻ جي پڪ ڪئي. اُن کان پوءِ هو انجير جي وڻ ڏانهن ويو ۽ سور ڪائي بہ اُنتي چڙهي انجير پٽيا ۽ مٺا انجير چونڊي ٿيلهي ۾ وڌا.

تنهن کان پوءِ نوسراد ندي جي ڪناري ڏانهن ويو جتي هن جو ننڍڙو گهيٽو پئي ڪڍيو. جنهن کي هن ههڙي موقعي لاءِ بچائي رکيو هو ۽ لاڏ ڪوڏ مان پاليو هو.

”ارشڪ گهر پهچي چڪو هوندو! آءٌ شايد هن ئي ڏينهن لاءِ زندهہ هئس“. نوسراد پنهنجو پاڻ کي چيو ۽ اهو چوندي هن گهيٽي کي چميو جيڪو ٻي ٻي ڪري رهيو هو.

”مون کي هاڻ هلڻ گهرجي“. نوسراد من ئي من ۾ خوشي محسوس ڪندي پاڻ سان ڳالهائڻ لڳو: ”ارشڪ هاٽي گهر ۾ ئي هوندو.“

هن ڳوٺ کي ويجهو پوندڙ پيچرو ورتو. ڳرو ٿيلهو هن جي ڪلهن ۾ لٽڪي رهيو هو. شراب مٽڪي ۾ لڏي رهيو هو ۽ جڏهن ته ڪچڙو ۽ پيارو گهيتو ڪيڏي مهل هن جي پويان ته ڪيڏي مهل اڳيان ڪڏندو هليو پي.

"ايترو صبح سوير ڪيڏانهن وڃي رهيو آهين؟" رستي لنگهندڙ ماڻهن ڪائنس پڇيو ٿي.

"ارشڪ ڳوٺ آيل آهي" پوڙهي فخر مان جواب ڏنو ٿي. رستي ۾ پوندڙ هر وڻ، ٻوٽي، پهاڙ ۽ چشمي هن کي ارشڪ جو ننڍپڻ ياد ڏياريو ٿي. هن کي اُهي ڏينهن ياد پيا جڏهن هو ننڍڙي ارشڪ کي ڪلهن تي ويهاري پهاڙن تي چڙهندو هو. هو هن پٿر تي گهڙي پل ساهي پٽڻ لاءِ ويهندو هو ۽ پنهنجن هٿن سان هن کي پنير جو پيالو پياريندو هو ۽ سندس نڪ مان وهندڙ سنگهه کي پنهنجي صدري جي پلئه سان اُگهندو هو. هي چشمو ارشڪ کي ڏاڍو وڻندو هو. هو ارشڪ کي آڱر کان جهلي چشمي ڪناري وٺي ويندو هو ۽ ارشڪ جو جهڪي چشمي مان پاڻي پيئڻ اڄ ٻه هن کي چڱي پر ياد هو. پوڙهي نوسراد جي اکين آڏو چشمي جي ڀرسان اُن باغ جو نظارو گهمڻ لڳو جيڪو سدائين ميوي سان ڀريو پيو هوندو هو ۽ پت- جهڙ ۾ به سرسبز رهندو هو. اُن وقت ارشڪ لڳ ڀڳ ستن سالن جو هو ۽ شرارت مان چيري جي وڻ تي چڙهندي ڪري پيو هو ۽ سندس ٽنگ ڀڃي پيئي هئي ۽ هو ڪيئن نه ڊوڙندو جلدي هن کي ڪٽي ڊاڪٽر وٽ علاج لاءِ وٺي ويو هو.

اُن کان پوءِ هن جي ذهن تي اُهو سڀ سامان تري آيو جيڪو هن ارشڪ جي شهر ۾ پڙهائي جو انتظام ڪرڻ لاءِ ڪيو هو. ڪيڏا نه سور سهي هن ارشڪ کي يونيورسٽي مان گريجوئيشن ڪرائي هئي ۽ وڌيڪ تعليم لاءِ سندس ماسڪو جو خرچ برداشت ڪيو هو.

پوڙهو نوسراد پنهنجن ڳوناٽن کي اڪثر ارشڪ جي ذهانت، قابليت ۽ نوڪري جي نت بابت ٻڌائيندو هو. هو ڪين ارشڪ جي وڏي ڪار ۽ ڪشادي ۽ عاليشان بنگلي بابت ٻڌائيندي خوشي ۾ نه ماپندو هو.

پوڙهو نوسراد جلدي ڳوٺ پهچڻ لاءِ اُتاولو هو. شراب مٽڪي ۾

چلڪي رهيو هو ۽ پيارو ۽ معصوم گهيٽو سندس پيرن جا نشان وٺي هلي رهيو هو.

۽ نيٺ هن جي انتظار جي گهڙي ختم ٿي. هاڻ هو پنهنجي ڳوٺ پهچي ويو هو. گهر جي اڳيان ارشڪ جي ڪار بيٺل نه ڏسي هو ڪجهه دير لاءِ پريشان ٿي پيو ۽ حيرت مان سوچڻ لڳو: "هو سڌو هيڏانهن چو ڪو نه آيو؟" پر وري پنهنجو پاڻ من ئي من ۾ ان جو رد ڪندي چوڻ لڳو: "آءُ به الائجي ڇا سوچي رهيو آهيان! رستي تي هيڏا سارا پٿر آهن. جي هيڏانهن گاڏي وٺي اچي ها ته ٽائر پنچر ٿي پون ها. چڱو ٿيو جو گهر تائين ڪار ۾ نه آيو."

هن جي ڪچي مٽي مان ٺهيل گهر ۾ پڪي سرن جو ٿلهو جبل جي لاهي تي سرڻ جي آڪيري جيان لڳو ٿي. هن اڱڻ ۾ داخل ٿي مٽڪو ۽ ٿيلهو ٿلهي تي رکيو ۽ پوءِ گهيٽي جي اڳيان مٺ کن گاهه جو رکي ارشڪ جو انتظار ڪرڻ لڳو. هن کي پنهنجي پوري زندگي ۾ پهريون ڀيرو پنهنجو گهر ڊنل، پراڻو ۽ قابل رحم لڳو.

"نيڪ آهي! هي ارشڪ جو به گهر آهي، هي اُهوئي گهر آهي جتي هو وڏيو ويجهيو هو. هن کي پنهنجي گهر کي ڏسي ڀلا ڇو شرم محسوس ٿيندو؟" هو ائين خيال ڪري پنهنجو پاڻ کي مطمئن ڪرڻ لڳو ۽ اڱڻ ۾ واقع ننڍڙي باغ کي صاف ڪرڻ لڳو.

"نوسراد! ارشڪ جي موٽي اچڻ جون ڪيرون هنجئي."پاڙي جي پوڙهي عورت پوڙهي نوسراد ڏانهن نهاريندي چيو.

نوسراد خوشي مان ٻهڪي اُٿيو. "مهرباني شل تنهنجو نائي به جلدي پرديس مان موٽي اچي".

"مون ارشڪ کي ڏٺو اهي"

"ڇا هو هتي آيو هو؟"

"نه. آءُ شهر ۾ سين جي پڙي وٺڻ ويئي هئيس جو مون هن کي فارم جي آفيس جي ٻاهران بيٺل ڏٺو هو. ڪيڏو نه وڏو ٿي ويو آهي. شڪل ۾ ته شهزادن کي به ماري، آءُ ته هن مان اکيون ئي نه پيئي ڪيڏي سگهان! خدا توکي بخش ڏي!".

”مهرباني“ پوڙهي نوسراد جذبات ۾ ٻڏل ڳري آواز ۾ چيو. هن اُتساهه ۾ اچا ٻه باغ کي وڏيڪ تيزي سان صاف ڪرڻ شروع ڪيو.

هن ڦهرين ٻهاري سان متي هٽائي. ”آءُ نٿو چاهيان ته منهنجي پٽ جا جوتا خراب ٿين“ ان کان پوءِ هن هٿوڙي سان اُپن پٿرن کي پٽڻ شروع ڪيو جيئن سندس پٽ متان اُنهن تان آٿڙي پوي ۽ سندس جيڪٽ ڦاٽي پوي.

نوسراد دروازو کوليو. ديوار جي پرسان ڪٽ پيل هئي.”آءُ چوندوسانس ”ارشڪ پٽ! ياد ڪر اُهي ڏينهن جڏهن تون هن ڪٽ تي سمهندو هوئين ۽ آءُ تنهنجي پرسان پٽ تي.“ هن ايئن چوندي بورچيخاني ڏانهن نظر ڦيرائي، ”هي تنهنجو پراڻو پيالو آهي جنهن ۾ تون کائيندو هوئين. ارشڪ! هي ڏس تنهنجو پراڻو چمچو آهي. ياد ڪر اُهي ڏينهن جڏهن اهو چمچو واڍي کان ٺهرائي آيو هوس ته تون ڏاڍو ڪاوڙيو هونئين ڇاڪاڻ جو ان تي چٽ چٽيل ڪو نه هئا ۽ مون کان تنهنجو رئڻهارڪو منهن ڏٺو نه ٿيو ۽ آءُ اُنتي گل چٽرائي آيو هئس“.

ارشڪ بابت سوچيندي هو چشمي ڏانهن ويو ۽ پاڻي ڀري آيو ۽ باغ ۾ ڇٽڪارڻ لڳو. اُن کان پوءِ هن باغ مان وري ٻهارو ڪڍيو.

هڪ دفعو وري پوڙهي عورت لوڙهي مان منهن ڪڍي ڳالهايو.

”نوسراد! توکي خبر آهي ته ارشڪ چيئرمين جي گهر ويو آهي؟“

”نه هو ڪيڏي مهل ويو آهي؟“

”تنهنجي اچڻ کان ٿورو اڳ ۾“

”هن ڏٺو هوندو ته گهر ۾ ڪير ٻه ڪونهي. انهي ڪري آرام ڪرڻ اوڏانهن ويو هوندو!“

”بيشڪ.“

نوسراد ڪائيون وڏي آيو ۽ بورچيخاني ۾ چلهه جي پرسان رکيون. اُن کان پوءِ هن ڇري ڪنئي ۽ گهيٽي ڏانهن وڌيو. پر آخري پل ۾ هن ارادو بدلائي ڇڏيو ”جيسين ارشڪ اچي تيسين انتظار ڪرڻ گهرجي.“ هن من ئي من ۾ فيصلو ڪري ورتو ۽ سامهون چيئرمين جي ٻه ماڙ خوبصورت بنگلي ڏانهن نهارڻ لڳو.

”هو ايڏي دير ڇو ترسي پيو هو؟ جلد ئي اوندهہ ڇائنجي ويندي، مڪئي پنهنجو ذائقو ڇڏي ويندي. انجير مزو ڇڏي ويندا.“

هن فروٽ جو ٿيلهو ڪنيو ۽ دري تي رکي ڇڏيو. اُن ڪان پوءِ هو پاڙيسرڻ ڪان ٽيبل پوش اُڌارو وٺي آيو. صوفہ کي صاف ڪري مٿس ٽيڪ لاءِ گاديون رکيون.

”هاڻ سڀ ڪم تيار هو. ڪهڙو سبب ٿي سگهيو ٿي جو اجا ارشڪ گهر ڪونہ موٽيو آهي؟ هن کي چيئرمين جي گهر ۾ ايڏي دير ڇو لڳي آهي؟؟“ نوسراد حيرت ۾ عذاب محسوس ڪري رهيو هو. اوسيئڙي جي عذاب کي مانو ڪرڻ لاءِ هن هٿن جون تريون مهٽڻ شروع ڪيون. هن رکي رکي پاڻ کي اهو سوچي تسلي ڏني ٿي تہ. ”ارشڪ وڏو صاحب ٿي ويو آهي. شايد هو چيئرمين ڪان ڳوٺ جي مسئلن بابت پڇندو هوندو! ۽ آخر تڪڙ بہ ڪهڙي آهي؟ هو مون سان تہ ڳچ ڏينهن گڏ رهندو. آءٌ هن کي پنهنجي نظرن کان پري رکي نٿو سگهان، آءٌ هن کي ٻڌائيندس.“

سج لهي رهيو هو. پر ارشڪ اجا تائين گهر واپس ڪونہ آيو هو. پوڙهي نوسراد جي بيچيني وڌي ويئي هئي ۽ هڪڙي پل تہ هن ڪيس ڏسڻ لاءِ چيئرمين جي گهر وڃڻ جو فيصلو ڪري ورتو. پر پوءِ هن جلد ئي پنهنجو خيال بدلائي ڇڏيو. هو باغ ۾ ويو ۽ پنهنجي پاڙيسرڻ جي ڌوهٽي کي سڏ ڪيائين.

”جلدي ٻوڙي وڃ ۽ ڏسي اچ تہ ارشڪ ڇا پيو ڪري؟“ پوڙهي نوسراد اُتاولو ٿيندي چيو ”ارشڪ کي منهنجي گهر تي موجودگي جو بہ ٻڌاءِ“. ٻارڙو ٻوڙي ويو ۽ جلدي موٽي آيو.

”تون ارشڪ کي ڏسي آئين؟“

”ها“

”هو ڇا پيو ڪري؟“

”شراب پيو پيئي“

”هن ڇا چيو؟“

هن چيو ”نيڪ آهي“

”نيڪ آهي“ نوسراد ٻارڙي واتان ارشڪ جا چيل لفظ پنهنجو پاڻ

دهرائيندي چيو "ان جو مطلب تہ هو جلد ئي گهر موٽي ايندو تنهن ڪري هاڻ مون کي ٿاندو ٻاري تياري وٺڻ گهرجي".

هن جلدي اُٿي باهہ ٻاري، اُن کان پوءِ هن ڪباب جون شيخون صاف ڪرڻ شروع ڪيون. هن ٻتي تان مٿي لاهي اُن کي ٻاريو ۽ هن جو انتظار ڪرڻ لڳو.

وقت گذرڻ لڳو. ڳوٺ ۾ ٻتيون ٻرڻ لڳيون ۽ ڳوٺ جا سڀئي گهر روشني جي ٽبڪن ۾ منتقل ٿي سوڙها ۽ ويجها ٿيڻ لڳا. گهٽين جو گوڙ ۽ شور ننڊ سمهڻ لڳو. فقط گهٽي ۾ رکي رکي ڪتن جي ڀونڪڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو ٿي.

ارشڪ اجا تائين واپس ڪو نہ موٽيو هو. باهہ اُجهامي چڪي هئي. چلهہ ۾ هاڻ باقي وچي رک بچي هئي. گهيٽو گاهہ تي ليٽيو اوڳاري رهيو هو. نوسراد اوندهہ ۾ پنهنجا ڪن ڪپائي هنجو اوسيئڙو ڪري رهيو هو. هنجيون اکيون ڪليل هيون ۽ هاڻ اُنهن مان لڙڪ لڙي رهيا هئا. هن کي پنهنجو مٿو ڳرو محسوس ٿي رهيو هو. هو اُٿيو پر هن جي پيرن هلڻ کان نابري واري. "آءٌ چاچي لاءِ هن وٽ منٿائو ٿي وڃان؟ آءٌ هن کان وڏو آهيان."
۽ پوءِ پنهنجو پاڻ کي اهو چوندي تسلي ڏنائين تہ "ٺيڪ آهي هو وڏو آفيسر ٻڻجي چڪو آهي. ٿي سگهي ٿو تہ هن کي چيئرمين سان ڪنهن اهم مسئلي تي ڳالهہ ٻولهہ سبب دير ٿيندي هجي. هو صبح تائين پڪ موٽي ايندو."

هو اجا بہ انتظار ڪري رهيو هو. هن جو اوسيئڙو اجا ختم نہ ٿيو هو. خزان جي رات پنهنجي پڄاڻي تي پهچي رهي هئي. پوڙهي جون اکيون هاڻي اُجهامڻ لڳيون هيون. آهستي آهستي هن تي ننڊ غالب ٿيڻ لڳي ۽ اوسيئڙو ڪندي نہ ڄاڻ ڪيڏي مهل هن کي ننڊ وٺي ويئي.

هن کي اها ڪل ئي نہ پيئي تہ ڪيڏي مهل ٽيبل مٿي ڪيس ننڊ وٺي ويئي هئي. هو پاڙيسري عورت جي آواز تي جاڳي پيو جيڪا ڪيس باغ مان آواز ڏيئي رهي هئي. هو اکيون مهٽي اُٿيو ۽ هن کي اهو ڏسي حيرت ٿي تہ سج مٿي چڙهي آيو هو ۽ ڪرٽا دري مان اندر ليئو پائي رهيا هئا.
"نوسراد! اڙي او نوسراد! پاڙيسري عورت هن ڏي نهاريندي سڏ

ڪيو. ”تون اڃا ستو پيو آهين؟“

”چو خير تہ آهي؟ ڇا ارشڪ آيو هو ڇا!؟“

”نہ.“ هن پنهنجو ڪنڌ ناڪار ۾ لوڏيندي چيو ”روڊ ڏي ڏس. هو ڏس تنهنجو ارشڪ واپس وڃي رهيو آهي“.

نوسراد کي لڳو تہ ڄڻ ڪا ڇپ مٿس ڪري پيئي هجي. هو بدحواسي مان ڊوڙندو ڇت مٿي چڙهي ويو. ارشڪ جي ڪار تيزي سان روڊ تي ڊوڙي رهي هئي ۽ سج جي روشني ۾ چمڪي، جلد ئي نـنـڍڙي ٿيـنـدي اکين کان اوجهل ٿي ويئي.

هاڻ هو ٿڙندو ٿاٻڙندو باغ ڏي وڃي رهيو هو ۽ بنهہ جهـور پـوڙهـي جيان ڏيکائي ڏيئي رهيو هو. هنجيون اکيون زمين ۾ کتل هيون ۽ هـن کـان اڳ ڪڏهن بہ ائين نہ جهڪيون هيون. هن کي پنهي ۾ اڳ ڪڏهن بہ ايڏو ڪٻ محسوس نہ ٿيو هو. گهيٽو ڪيڏي مهل هن جي اڳيان تہ وري ڪيـڏي مهل پويان ٽينگ ٽپا ڏيندو هلي رهيو هو.

* * *

# مئي جو تهوار

## نڪ جوڪئين

***پوڙهن*** جو حڪم هو تہ ڊانس هر حالت ۾ ڏهين وڳي تائين ختم ٿيڻ گهرجي. نوڪر مهمانن کي رواني ڪرڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن ٽارچون ٻاري گاڏين کي رستو ڏيکارڻ لڳا. چوڪريون جيڪي بيٺ رومن ڪان وٺي ڏاڪڻ تائين پکڙيل هيون، نوجوان اُنهن جي چوگرد مڙي ويا، جيئن هو کين خدا حافظ چئي سگهن ۽ پنهنجن جذبن جو ٿڌا شوڪارا ڀري اظهار ڪري سگهن. پاڻ کي ٻي چين ظاهر ڪرڻ لاءِ جيتوٽيڪ هنن ڪافي پيتو هو. پر پنهنجي خوشي، خودداري ۽ فخر جتائڻ لاءِ هو اجان بہ شراب پي رهيا هئا. هي نوجوان ڀهريون پيرو يورپ مان آيا هئا ۽ دعوت اُنهن جي مان ۾ رکيل هئي. اُهي هرڻن مثل هئا ۽ سڄي رات نچيا ڪڏيا ۽ ٽپيا هئا ۽ سمهڻ جو اُنهن جو ڪو بہ موڊ ڪو نہ هو. ”مئي جي ڏهاڙي تي، جڏهن رات گهميل هجي، جڏهن رات جوان هجي ۽ من کي هرڪائيندڙ هجي، تہ اها ڪهڙي عقل مندي ٿيندي جو ٻاهر نہ نڪرجي ۽ ٻاڙيسرين کي سانت ۾ رهڻ ڏجي!“ ڪنهن رڙ ڪئي. ”هلو تہ پئنگ ۾ ترون.“ ٻي پنهنجي پوري زور سان چيو. ”هلو تہ هلي ڪڙڪٻيتا جهليون.“ ٽي رڙ ڪئي. اجان پل ئي نہ گذريو جو آواره گهٽين ۾ لٽڪيل شمعدانن جي جهڪي روشني ۾ نوجوانن جا ڪوٽ ۽ ٽوپلا ظاهر ٿيا. آخري گاڏي هارون وڄايو ۽ ڪارن گهرن هش هش ڪئي ۽ اُنهن جون سرن واريون ڇتون جوارين جي شطرنج جي بورڊن جيان اونداهي آسمان ۾ ڪڪرن جيان ڏيکائي ڏيڻ لڳيون، جتي شيطان چنڊ شڪارجي تاڙ ۾ ڪنڊ جهليو ويٺو هو جتي قاتل طوفاني هوا زوردار شور برپا ڪري رهي هئي ۽ پاڻ سان گهلي ايندڙ سمنڊ جي بوءِ ۽ اونهاري جي موسم ۾ باغ جي پڪل زيتونن جي خوشبوءِ نوجوانن ڏي

تحفي طور ڪٽي اچي رهي هئي، جيڪي هيٺ گهٽين ۾ هل هنگامو برپا ڪري رهيا هئا. ڇوڪريون جيڪي ڏاڪڻ مٿي ننهيل ڪمري ۾ ڪپڙا تبديل ڪري رهيون هيون. اُنهن جي آوازن تي درين ڏانهن وڌيون. هو درين وٽ بيهي نوجوانن تي ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳيون، جيڪي هيٺ گهٽين ۾ گهمي رهيا هئا ۽ جلد ئي انهن نوجوان عاشقن جي حال تي ٿڌا شوڪارا ڀرڻ لڳيون. اُنهن ظالم نوجوانن جي پوشاڪن، غرور ۽ چمڪ سان ڀريل اکين ۽ اُنهن جي ٺاهوڪين ڪارين مڇن تي، جيڪي چنڊ جي روشنيءَ ۾ ائين چمڪي رهيون هيون ۽ ايڏيون خوبصورت لڳي رهيون هيون جو ڇوڪريون اُنهن تي موهت ٿي پيون ۽ هڪ ٻئي کي رڙيون ڪري ڇوڙڻ لڳيون. مرد ڪيترو نہ بي پرواهہ آهي ۽ ڇوڪري هئڻ ڪيترو نہ هيبت ناڪ ۽ جڏهن تہ هي دنيا ڪيڏي نہ خطرناڪ ۽ خوفناڪ هئي. اُهي ايستائين اُتي بيٺيون رهيون جيستائين پوڙهي انا ستشيا اُنهن کي ڪنن ۽ چوٽن کان گهلي پلنگ ڏانهن وٺي نہ ويئي. گهٽي مان چوڪيدار جي بوٽن جي کڙڪڙ ۽ هٿ ۾ جهليل شمعدان جي گوڏن سان ٽڪرائڻ جي آواز سان هن جو آواز ملي هوا ۾ گونجي رهيو هو.

”جاڳندا رهو- - هوشيار!“

۽ هاڻ وري مئي جو تهوار اچي ويو هو. ”اج مئي جي پهرين رات هئي ۽ ڏائڻون بنهہ ڏور هليون ويون هيون“ پوڙهي انا ستشيا ڳالهہ کي جاري رکندي چيو ”اجوڪي رات اڳڪٿين، آشائن ۽ خواهشن جي رات هئي. عاشقن جي رات هئي ۽ اُنهن جي، جن يقين ڪيو ٿي تہ اجوڪي رات آرسي ۾ ڏسڻ سان اُنهن کي جيڪو بہ چهرو نظر آيو اُنهن سان قسمت هنن جي شادي لکي ڇڏي هئي.“ پوڙهي انا ستشيا اهو چوندي ڇوڪرين مٿان اوڍڻ لاٿا ۽ ڪمري جي ڪنڊ ۾ اُڇلڻ لڳي ۽ ڇوڪريون جيڪي اوڍڻ کسجڻ کان پوءِ خوف ۾ ويڙهجي سوڙهيون ٿي ويون هيون، تن پوڙهي عورت کي منٿ ڪئي تہ هوءَ مهرباني ڪري کين ڊيڄاري پريشان نہ ڪري.

”هاڻ گهٽو ڪجهہ ٿيو انا ستشيا! اسين سمهڻ چاهيون ٿيون.“

”ڏائڻ! اسان جي بدران وڃي ڇوڪرن کي ڊيڄار.“

”ڇري هوءَ ڏائڻ ناهي هوءَ سياڳي آهي. هوءَ ڪرسمس جي ڏهاڙي

تي ڇانئي هئي.“
”مقدس اناستشيا، ڪنواري ۽ پاڪ روح“
”هون! ناممڪن. هوءَ ستن مڙسن کي فتح ڪري چڪي آهي. ڇا تون ڪنواري آهين اناستشيا!؟“
”نہ پر اوهان ڇوڪرين جي ڪري مون ست ڀيرا مقدس مقام ماٽيو آهي.“
”هن کي ڀلي اڳڪتي ڪرڻ ڏيو. ڀلا منهنجي ڪنهن سان شادي ٿيندي؟ ڇا پوڙهي جپسي سان؟“
”جيڪڏهن تون ڊڄي نہ وين تہ تون پنهنجي مڙس کي آرسي ۾ ڏسي سگهنديئين“.
” مون کي ڇا لاءِ ڊپ ٿيندو؟ آءٌ ضرور آرسي ۾ ڏسنديس“، اگوڊا بستري مان رڙڪندي چيو.
”ڇوڪريون او ڇوڪريون! پاڻ تمام گهڻو گوڙ ڪري رهيون آهيون. جي منهنجي ماءُ ٻڌي ورتو تہ هوءِ اچي ويندي ۽ اسان جي ڪن مهٽ ڪندي. اگوڊا آءٌ چوان ٿي سمهي پئو ۽ تون پوڙهي اناستشيا! آءٌ توکي چوان ٿي تہ پنهنجو وات بند ڪر ۽ ماٺ ڪري ٻاهر هلي وڃ.“
”تنهنجي ماءُ مون کي تاڪيد ڪندي چيو هو تہ سڄي رات هتي رهجانءِ ڇا سمجهيئي معتبر نينگري!“
”۽ مون کي ننڊ نٿي اچي.“ سرڪش اگوڊا پٽ تي ٽنگون ڦهلائيندي چيو. پوڙهي عورت مون کي ٻڌاءِ تہ مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟“
”هن کي ٻڌاءِ! پوڙهي هن کي ٻڌاءِ!“ ڇوڪرين گڏجي سريلي آواز ۾ چيو.
پوڙهي عورت جيڪي ڪپڙا گڏ ڪيا هئا اُهي پٽ تي رکيا ۽ ڇوڪري تي اکيون ڪپائي چڙيون. ”توکي ميڻ بتي ضرور ڪٽڻ گهرجي“ هن کيس هدايت ڪندي چيو ”۽ ڪمري جي وچ واري اونداهي حصي ۾ جتي آرسي ٽنگيل آهي، اڪيلي وڃ ۽ آرسي جي سامهون اکيون بند ڪري پنهنجي منهن چئو:
آرسي او آرسي!

مون کي ٻڌاءِ
ڪنهن جي وني
ٻٽبيس آءٌ
۽ جيڪڏهن تنهنجي نيت صاف ۽ پختو ارادو هوندو تہ تنهنجي ڪابي ڪلهي پرسان هڪ ماڻهو جو چهرو ظاهر ٿيندو ۽ تنهنجي اُن ماڻهو سان شادي ٿيندي.“
پوڙهي جي ڳالهہ ٻڌي گهڙي پل لاءِ ڇوڪريون بنهہ خاموش ٿي ويون ”۽ جيڪڏهن ائين نہ ٿيو تہ؟“ اگوڙا خاموشي کي ٽوڙيندي پڇيو.
”اوہ! تہ پوءِ توتي خدا ئي رحم ڪري سگهي ٿو!“
”ڇو؟“
”ڇاڪاڻ جو پوءِ توکي شيطان نظر اچي سگهي ٿو“
ڇوڪريون رڙيون ڪري هڪ ٻئي کي چنبڙي ويون ۽ ڏڪڻ لڳيون.
”پر اها ڪهڙي نالائقي آهي.“ اگوڙا رڙ ڪئي ”هي جديد دور آهي. هاڻ شيطان ڪٿي رهيا آهن.“ پر وقتي طور شيطان جو سوچيندي هوءِ هيڊي ٿي ويئي. ”پر آءٌ ڇا ڪريان؟ ها مون کي خبر آهي. مون کي سالا ۾ هيٺ وچڻ گهرجي. اُتي هڪ وڏي آرسي آهي ۽ هن وقت اُتي ڪو بہ ڪو نہ هوندو.“
”نہ اگوڙا! اها تنهنجي موتمار غلطي ٿيندي. توکي پڪ اُتي شيطان نظر ايندو.“
”مون کي اُنجي پرواهہ ناهي ۽ نہ ئي ڊپ. آءٌ ضرور ويندس!“
”اوہ پاڳل ڇوڪري!“
”اوہ ظالم ڇوڪري!“
”جيڪڏهن تون واپس بستري ۾ نہ ايندئين تہ ٻڌي ڇڏ اگوڙا آءٌ امان کي سڏ ڪنديس.“
”۽ جيڪڏهن تون ائين ڪندئين تہ آءٌ هن کي ٻڌائينديس تہ توسان گذريل مارچ ۾ خانقاهہ ۾ ڪير ملڻ ايندو هو.“
”پوڙهي عورت مون کي اها ميڻ بتي ڏي. آءٌ ضرور وينديس.“

”ڇوڪريون - اچوءِ هن کي روڪيو! هن کي روڪڻ لاءِ ڪمري جي مهاڙي وٽ ٽي بيهو.“

پر اُن کان اڳ جو هو سندس رستو روڪين. هوءِ ڪائنن ڪسڪي ٻاهر نڪري ويئي ۽ هاڻ هوءِ هال ۾ پيرن اُگهاڙي هلي رهي هئي. هن جا گهرا وار ڪلهن کان هيٺ ڪري رهيا هئا. جيئن ئي هوءِ ڏاڪڻ کان هيٺ لٿي تہ وار هوا جي زور تي اُڏامڻ لڳا. هن جي هڪڙي هٿ ۾ ٻرندڙ ميڻ بتي هئي ۽ ٻئي هٿ سان هن چولي کي جهلي رکيو هو. جيڪو هن جي پير جي مرين تائين پهچي رهيو هو.

هوءَ جڏهن سالا جي دروازي وٽ پهتي تہ هن جو ساهہ رڪجي ويو ۽ هن جي دل هن کي جواب ڏيئي ڇڏيو. هن شعوري طور تصور ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي تہ ڪمرو هڪ پيرو وري روشني سان جڳمڳائي اُٿيو. نوجوان جوڙن جي ڊانس ۽ ٿهڪن ۽ دل کي ڀائيندڙ سارنگي جي آواز هڪ پيرو وري ماحول کي پنهنجي مستي جي عالم ۾ گهيري ڇڏيو هو. پر هتي تہ غار جهڙي اوندهہ هئي. هڪ جادوئي غار جهڙو ڪمرو جنهن جون سڀ دريون بند هيون ۽ فرنيچر ديوارن وٽ ڍير ٿيو پيو هو. هوءِ اُتان گذري ڪمري ۾ داخل ٿي.

آرسي ديوار تي هن جي سامهون ٽنگهيل هئي. هڪ پراچين دور جي آرسي جنهن جو فريم سون جو ٺهيل هو ۽ جيڪو پتن ۽ گلن ۾ جهنجهيل هوءِ جنهن تي عجيب طلسمي قسم جي گل ڪاري ٿيل هئي. هن پاڻ کي ڊپ ۽ حيرت مان اُن جي ويجهو ٿيندي ڏٺو. هڪ سفيد پاڇو جيڪو اوندهہ ۾ هن ڏانهن وڌي رهيو هو. اهو پاڇو هن کي ڏنڏلوءِ نامڪمل نظر آيو. ڇاڪاڻ جو هن جي اکين ۽ وارن جي چوطرف ايتري اوندهہ ڇانيل هئي جو جيڪو چهرو آئيني مان هن ڏي وڌي رهيو هو اُهو هڪ نقاب ۾ لڪل چهري جيترو مس ڏيکائي ڏيڻ لڳو. هڪ روشن نقاب جنهن ۾ ٿورڙي وٿي تي ٻہ سوراخ ٿيل هئا. هن جي سفيد چولي ڏانهن وڌڻ لڳو ۽ جڏهن هن آئيني جي بنهہ ويجهو پهچي ميڻ بتي کي پنهنجي ڪاڏي تائين آندو تہ اُهو مرده نقاب هن جي زندهہ چهري ۾ ٻهڪڻ لڳو.

هن پنهنجون اکيون بند ڪيون ۽ منتر پڙهڻ شروع ڪيو ۽

جڏهن هن پڙهي اُن کي ختم ڪيو تہ هڪ اڄاڻ خوف هن کي ورائي ويو ۽ هن محسوس ڪيو تہ هاڻ هن ۾ چُرڻ ۽ اکين کولڻ جي سگهہ ڪا نہ رهي هئي ۽ هن کي گهڙي پل لاءِ محسوس ٿيو تہ هو جادو ٽيڻ سبب سڄي عمر لاءِ هتي پنڊ پهڻ ٿي بيٺي هوندي. پر جلد ئي هن کي پنهنجي پويان قدمن جو آواز محسوس ٿيو ۽ ٿهڪن کي روڪڻ جو آواز هن جي ڪنن تائين پهتو. هن جلدي مان پنهنجون اکيون کوليون.

”۽ امان تو ڇا ڏٺو؟ ۽ هو ڪير هو!؟“

پر ٻونا اگوڊا پنهنجي هنج ۾ ننڍڙي ڇوڪري کي وساري ڇڏيو هو. هوءِ ماضي ۾ گهوري رهي هئي. ننڍڙي ڇوڪري هن جي ڇاتي سان چهٽيل هئي ۽ هوءِ پنهنجو پاڻ کي وڏي آرسي ۾ ڏسي رهي هئي، جيڪا ڪمري جي ديوار تي لڳل هئي. هي اُهو ساڳيو ڪمرو هو ۽ ساڳي آرسي هئي پر چهرو جيڪو هن هاڻ اُن ۾ ڏٺو اُهو هڪ پوڙهو چهرو هو. هڪ کهرو، چيڙاڪ ۽ انتقام جي جذبي سان ڀريل چهرو، جنهن کي پورا وار هئا ۽ نهايت پيڙا مان گذري تبديل ٿي چڪو هو. اُن چهري کان جيڪو اڄي نقاب ۾ نظر آيو هو. اهو چهرو ڪيڏو نہ تازو توانو ۽ اصلي چهري جيان جوان هو جيڪو هن هڪ مئي جي وحشي آڌي رات جو تمام گهڻا سال اڳي آرسي ۾ پسيو هو.

”پر امان اهو ڪهڙو هو؟“ مهرباني ڪري مون کي ٻڌائي تہ تو ڇا ڏٺو؟“

ٻونا اگوڊا پنهنجي ڌي ڌي نهاريو. جيتوڻيڪ هن جي اکين ۾ لڙڪ ڀرجي آيا هئا پر اُهي هن جي چهري تي نہ ڳڙيا ۽ اکين منجهہ ئي جذب ٿي ويا ”مون شيطان کي ڏٺو هو“. هن تلخي مان چيو.

ٻارڙي ماءُ جا لفظ ورجائيندي چيو ”شيطان؟“

”ها منهنجي پياري جڏهن مون اکيون کوليون تہ مون ڏٺو تہ شيطان منهنجي ڪاٻي ڪلهي ڪان بيٺو هو ۽ مون تي کلي رهيو هو.“

”اوهہ منهنجي غريب ننڍڙي امان! ڇا توکي گهڻو ڏڪ ٿيو هو؟“

”تون خود سوچي سگهين ٿي ۽ اهو ئي سبب آهي جو سنيون ننڍڙيون ڇوڪريون خصوصن جڏهن سندن مائرون منع ڪن، آرسي کان

پري پچنديون آهن. توکي بہ اها شرارت پري عادت پاڻ مان ڪيڻ گهرجي. پياري! هر آرسي ۾ پاڻ کي وڏائڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي، نت توکي بہ هڪ ڏينهن ڪو پوائنٽو چهرو نظر اچي سگهي ٿو."

"ها پر امان! شيطان ڪيئن ڏسڻ ۾ آيو ٿي؟"

"ٺيڪ آهي توکي ٻڌايان ٿي..... هن جا وار گهنڊيدار هئا ۽ ڳل تي گهرو زخم جو نشان"

"جيئن بابا کي آهي؟!"

"ها، ٺيڪ آهي، پر شيطان جي چهري تي اهو زخم جو نشان سندس خطا جي ڪري هو ۽ جڏهن تہ تنهنجي بابا جي چهري تي نشان سندس شان کي ظاهر ڪري ٿو يا شايد اُن جو ڪارڻ اُهو تي سگهي ٿو جيڪو تنهنجو بابا ٻڌائي."

"امان شيطان بابت اچا وڌيڪ ٻڌاءِ"

"۽ ها - هن کي مُڇون بہ هيون."

"بابا جهڙيون؟"

"اوه نہ! تنهنجي بابا جون مُڇون اچيون ۽ بي ڊوليون آهن ۽ اُنهن مان هر وقت خطرناڪ قسم جي تماڪ جي بوءِ ايندي آهي، جڏهن تہ شيطان جون مڇون گهريون ڪاريون ۽ ٺاهوڪيون هيون." هن ٿڌو شوڪارو ڀريندي وري چيو "الا! اُهي ڪيڏيون نہ خوبصورت هيون."

"۽ چا هن کي سڱ ۽ پڇ بہ هو؟"

عورت پنهنجا چپ پيٺيا، "ها. پر افسوس! جو اُن وقت مون کي اُهي نظر نہ آيا ۽ اُهو سڀ ڪجهہ جيڪو آءُ اُن وقت ڏسي سگهيس اُهي هئا سندس خوبصورت ڪپڙا، چمڪندڙ اکيون، هن جا گهنڊيدار وار ۽ ٺاهوڪيون مڇون."

"امان چا هن توسان ڪجهہ ڳالهايو بہ؟"

"ها - ها هن مون سان ڳالهايو". ائين چوندي ڊونا اگوڊا پنهنجو ڪنڌ هيٺ ڪري ورتو ۽ روئي ڏنو.

......

"تو جهڙي سونهن کي ميڻ بتي جي ڪهڙي ضرورت، تون تہ

هونئن ئي خوبصورت آهين.“

هن آرسي ۾ نهاريندي ڪلندي چيو ۽ پوئتان قدم وڌائي هن تي ٺٺولي جي انداز ۾ جهڪيو. هوءَ پنهنجو پاڻ کي سوڙهو محسوس ڪندي هن ڏي نهارڻ لڳي ۽ هو ٿهڪن ۾ ڇٽي پيو.

”پر تون مون کي ياد آهين.“ هن رڙ ڪئي تون اُهائي اگوڙا آهين جنهن کي مون ننڍي هوندي ڇڏيو هو ۽ تنهنجي خطرناڪ حسن کي ڳولڻ لاءِ واپس گهر موٽيو هوس. مون تو سان گڏجي ڊانس ڪئي هئي، پر تو مون سان محبت پريو اظهار نہ ڪيو هو“.

”مون کي ڇڏي ڏي“ ڇوڪري شوخي مان آهستي چيو. هو مشڪل سان پنهنجو رستو ليپي رهيو هو.

”پر آءٌ تو سان محبت پري ڊانس ڪرڻ چاهيان ٿو او سهڻي ڇوڪري!“ هن چيو.

اُهي بيئي آرسي جي اڳيان ٿي بينا ڪمري ۾ فقط اُنهن جي ساهہ کڻڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو ٿي. اُنهن ٻنهي جي وچ ۾ ميڻ بتي ٻري رهي هئي ۽ اُنهن جا پاڇا ديوارتي اُڀري رهيا هئا. نوجوان بئڊوئي مونٽيا (جيڪو نشي ۾ ڌت ٿي ٿڙندو ٿاٻڙندو گهر پهتو هو ۽ جلدي سمهڻ چاهيانئي ٿي) اوچتو ئي اوچتو پاڻ کي سنجيده ۽ بلڪل هوش و حواس ۾ محسوس ڪيو. هنجون اکيون چمڪي اُٿيون ۽ ڇهري تي زخم جو نشان وڏيڪ ڳاڙهو نظر اچڻ لڳو.

”مون کي ڇڏي ڏي.“ هن وري شوخي مان رڙ ڪئي پر نوجوان ڪيس ڪرائي کان جڪڙي ورتو.

”نہ.“ هن مرڪي ڏنو ”ايستائين نہ جيستائين اسان ڊانس پوري نٿا ڪريون.“

”وچ شيطان!“

”منهنجي محبت ۾ ڪيڏي نہ سهپ جي قوت آهي.“

”آءٌ تنهنجي محبت ناهيان.“

”تہ پوءِ ڪنهن جي آهين؟ ڪير آهي، آءٌ ڄاڻڻ چاهيان ٿو؟ ڪنهن کي مون شايد تڪليف پهچائي هوندي ڇاڪاڻ جو تون مون سان ۽ منهنجي دوستن سان جاني دشمنن جهڙو رويو روا رکين ٿي.“

”چو نہ؟“ ايئن چوندي هن پنهنجي ڪرائي ڇڏائي ورتي ۽ ڏند پڪوڙي ڇڏيا. ”اوه! نوجوان آءٌ توکان ڪيئن نفرت ڪري سگهان ٿي. تون يورپ وڃين ٿو ۽ هڪ ڏينهن شان ۽ دٻدٻي سان واپس موٽندين. ۽ اسين ساديون ۽ غريب ڇوڪريون ڪيڏيون نہ مجبور ۽ عادي آهيون اوهان کي خوش ڪرڻ لاءِ. اسان پئريسنس وانگي مراعات يافتہ ناهيون. سيويلينس جيان اسان وٽ جلائڻ لاءِ آڳ ناهي. ۽ نہ ئي اسان ۾ نمڪ جيان سواد آهي. تون مون کي ٿڪائي ڇڏين ٿو. اي نازڪ مزاج نوجوان! تون مون کي ڪيئن نہ تنگ ۽ پريشان ڪري ڇڏين ٿو.“

”هليا، مون کي ٻڌائي. تون اسان بابت ڇا ڄاڻين ٿي؟“

”مون توهان کي ڳالهائيندي ٻڌو آهي. مون توهان کي پنهنجي متعلق پاڻ ۾ ڳالهائيندو ٻڌو آهي پر آءٌ توهان کي ڪنهن ليکي ۾ نٿي آڻيان.“

”پر تون پنهنجو پاڻ کي درگذر ڪري نٿي سگهين. پياري! اهو ئي سبب آهي جو تون پنهنجي سندرتا کي ساراهڻ لاءِ آڌي رات جو آئيني جي اڳيان ڇڪجي اچين ٿي.“

هوءِ هيٺدي ٿي ويئي ۽ اُن پل هن بدخواهي مان تسڪين محسوس ڪئي.

”مون پنهنجي ساراهہ ڪا نہ ٿي ڪئي!“

”شايد تو چنڊ جي ساراهہ ٿي ڪئي؟“

”اوه!“ هن وڏو ساهہ کنيو ۽ اوچنگار ڏيئي روئي ڏنو. ميڻ بتي هن جي هٿ مان ڪري پيئي ۽ هن پنهنجو منهن ڍڪي ڇڏيو ۽ درد مان سڏڪا ڀرڻ لڳي. ميڻ بتي وسامي ويئي هئي ۽ اُهي ٻيئي اونده ۾ بيٺا رهيا ۽ نوجوان بئدوئي جي ضمير کي جهٽڪو محسوس ٿيو.

”اوه! نہ روءِ معصوم ننڍڙي! مهرباني ڪري مون کي معاف ڪري ڇڏ. منهنجو ٿورڙو پيتل هوءِ مون کي هوش ئي نہ رهيو تہ آءٌ ڇا ڳالهائي ويٺس“.

هن اونده ۾ هٿوراڙيون هڻي هن جو هٿ ڳوليو ۽ پنهنجي ڇپن جي ويجهو آندو. هوءِ پنهنجي سفيد چولي ۾ ڪنبي رهي هئي.

”مون کي وڃڻ ڏي“ هن ڪرڪندي زوري پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي.

”نہ، پھرين تون چئو تہ مون توکي معاف ڪري ڇڏيو آهي“.

پر اُن جي بدران هن سندس هٿ پڪڙي پنهنجي وات جي ويجهو آندو ۽ چڪ هنيو. هن سندس هٿ جي تري کي اهڙو زوردار چڪ هنيو جو هو درد وچان رڙيون ڪرڻ لڳو ۽ پنهنجي هٿ سان اُن کي مهٽي درد جي پيڙا گهٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. جيئن ئي هوءِ رواني ٿي ڊاڪٽر ٿي چڙهڻ لڳي تہ هن سندس چولي جي ڪڙڪڙ جو آواز ٻڌو ۽ هن پنهنجي زخمي هٿ کي وات ۾ وجهي اُن جو رت چوسيو.

هاڻ بي رحم خيال هن جي دماغ ۾ گردش ڪرڻ لڳا. هو سندس ماءُ وٽ ويندو ۽ ڪيس قائل ڪندو تہ هوءِ پنهنجي وحشي ڌي کي گهر مان ٻاهر ڪڍي ڇڏي يا وري هو سندس ڪمري ۾ ويندو ۽ ڪيس بستري تان اُٿاري ٺڦڙن جو وسڪارو لاهي ڏيندو! پر ساڳئي وقت هو ساڻس صبح جو ائٽي پولو ۾ وڃڻ جو پڻ سوچي رهيو ۽ ساڻس ساڳي پيڙي ۾ سفر ڪرڻ لاءِ من ئي من ۾ بهانو تراشي رهيو هو.

”اوه! هو هن کان پنهنجو بدلو ضرور وٺندو. هن وئيشيا کي اُن جو حساب ضرور ڏيڻو پوندو. هن کي اُن جو نقصان ضرور پهچڻ گهرجي.“ هن پنهنجي هٿ جي تري مان وهندڙ رت کي چوسيندي بغض ۽ حسد مان سوچيو.

”پر او خدا! ڇا هن جيون اکيون هيون! ۽ جڏهن هن غصو ڪيو ٿي تہ ڪيڏي نہ خوبصورت لڳي ٿي!“ هن هنجي اُگهاڙن ڪلهن کي ياد ڪيو. اُهي ميڻ بتي جي روشني ۾ سون جيان ٻهڪندڙ ۽ ريشم جيان نرم لڳا ٿي. هن جي اڳيان سندس گستاخ ۽ شوخ ڳچي ڦرڻ لڳي. ويڪري چولي ۾ اُپريل ۽ چنچل ڇاتي. هن جو انگ انگ من کي موهت ڪندڙ هو. هوءِ ڪيئن سمجهي ويٺي هئي تہ هن ۾ آڳ جهڙي تپش نہ هئي، هوءِ ڪيئن سمجهي ويٺي هئي تہ سندس سونهن رحمتن کان خالي هئي. هن جي سرير ۾ لوڻ جهڙو سواد نہ هو.

هن جي دل جي ديول ۾،<br>
کهڙي ڪنڊ،<br>
سندرتا کان خالي هئي؟

هن اونداهي ڪمري ۾ زور سان ڳائڻ شروع ڪيو. هن محسوس

ڪيو تہ هو انتهائي پاڳلانہ انداز ۾ هن جي پيار ۾ گرفتار ٿي چڪو هو. هن جي اندر ۾ ڪيس وري ڏسڻ جي خواهش پيڙا جيان اُڀري. هڪ ڀيرو هن جي هٿن ۽ وارن کي ڇهڻ جي خواهش. هڪ ڀيرو هن جي شوخ آواز ٻڌڻ جي خواهش, هو دري ڏانهن ڊوڙيو ۽ جلدي مان اُن کي کوليو. رات جي حسن هن کي ڦوڪٽي جيان ڏڪيو. اهو مئي جو مهينو هو. اها اونهاري جي موسم هئي ۽ هو نوجوان هو. هڪ ڀيرو نوجوان ۽ پيار ۾ غلطان. هڪڙي اڻ مئي خوشي هن جي اندر ۾ سمايل هئي. لڙڪ هن جي اکين مان وهي هليا.

پر هو ڪيس وساري نٿي سگهيو! نہ, هو اُن کان بدلو ضرور وٺندو. هن سرڪشي مان سوچيو ۽ پنهنجي زخمي هٿ کي چوسيو. ”پر اها رات ڪهڙي نہ عجيب رات هئي! آءٌ ان رات کي وساري نہ سگهندس“. هن اونداهي ڪمري ۾ ڊپ مان زور سان ڳالهائيندي سوچيو. هن جي اکين ۾ لڙڪ هئا. هن جا وار درد جي شدت ڪري اُڀا ٿي ويا هئا ۽ هن پنهنجي هٿ جي رت هاڻي تري کي وات ۾ دٻائي رکيو هو.

پر افسوس! دل سڀ ڪجهہ وساري ڇڏي ٿي. دل حيران آهي ۽ مئي جو سمو گذري رهيو آهي. اونهارو ختم ٿيڻ تي آهي. طوفان پڪل ميون جي باغ تي ٽٽي پيو آهي ۽ ميوا سڙڻ لڳا آهن. دل پوڙهي ٿيڻ لڳي آهي جڏهن تہ ڪلاڪ, ڏينهن, مهينا ۽ سال هڪ ٻئي مٿان سٽجي ڍير ٿي رهيا آهن. دماغ ۾ هاڻ نہ هئڻ برابر جاءِ وڃي بچي آهي. اُن ۾ دز جمع ٿي چڪي آهي ۽ گهڻو منجهي ۽ اُلجهي چڪو آهي ۽ ڪوريئڙي جي ڄار جيان ڦهلبو وڃي ٿو. ديوارون اونداهي ۾ گهيرجي وڃن ٿيون ۽ ڪري کنڊرن ۾ تبديل ٿي وڃن ٿيون. يادگيريون ناس ٿي وڃن ٿيون ۽ پوءِ اُهو وقت اچي ٿو جڏهن ٻئڊ وئي مونٽيا هڪ مئي جي آڌي رات جو بنا ڪجهہ ياد ڪرڻ جي, ۽ نہ ئي شعوري طور اُنهن يادن جي پرواهہ ڪرڻ جي لڪڻ جو سهارو وٺندو, گهٽي مان ٿيندو گهر ڏي موٽيو. هنجون اکيون ڪافي جهڪيون ٿي چڪيون هيون ۽ هن جي ٽنگن ۾ ست نہ رهيو هو, ڇو جو هاڻ هو پوڙهو ٿي چڪو هو. هو سٺ کان مٿي ٽپي چڪو هو. هاڻ هو هڪ ڪمزور پوڙهو هو ۽ هن جو جسم لڙي آيو هو. هن جون مڇون ۽ وار اڇا ٿي ويا هئا. هو سازشي منصوبا جوڙيندڙن جي گڏجاڻي مان واپس گهر موٽي

آيو هو. هن جي ذهن ۾ اجان بہ هنن جون ڳالهيون ۽ تقريرون گونجي رهيون هيون. پر هن جي وفادار دل اُن مهل جهومي اُٿي، جڏهن هو ڏاڪڻ چڙهي دروازي کان گهر جي مهاڙي جي اونداهي حصي ۾ داخل ٿيو. مئي جي رات کان بنهہ بي خبر، جڏهن رستي ۾ هال جي هيٺان هن کي سالا ۾ ڏسڻ جو موقعو مليو تہ ڏکي ويو ۽ بت بنجي بيهہ رهيو. هن جو رت ڄمي ويو. هن پنهنجو چهرو آرسي ۾ ڏسي ورتو هو. ميڻ بتي جي روشني ۾ هن کي هڪ چهرو نظر آيو جنهن جون اکيون بند هيون ۽ چپ لڙي آيا هئا. هي ڪنهن جو چهرو هو؟ ۽ هڪ چهرو جيڪو هن گهڻو اڳي اتي ڏٺو هو هن جي دل جي آئيني تي نکري آيو ۽ اُن مهل هن جي ذهن ۾ گم ٿيل يادون واپس ڇوليون مارڻ لڳيون ۽ پاڻ سان اُجاري کڻي آيون اُهي ڪلاڪ، ڏينهن، مهينا ۽ سال، جيڪي هن مستي ۾ گهاريا هئا. ۽ اهو سڀ ڪجهہ من ۾ آڻيندي هن هڪ ڀيرو وري پاڻ کي نوجوان محسوس ڪيو. هڪ ڀيرو وري پاڻ کي ڪل مک ۽ هرڻ جهڙو نوبنو محسوس ڪرڻ لڳو، جيڪو تازو ئي يورپ مان آيو هجي ۽ سڄي رات ڊانس ڪري رهيو هجي ۽ هن جو تمام گهڻو پيتل هجي. هو دروازي وٽ ٿي بيٺو. هن کي اونداهي ۾ هڪ چهرو نظر آيو. هن ررڙ ڪئي. ڇوڪرو جيڪو آئيني جي اڳيان بيٺو هو. (هن کي رات جو لباس پاتل هو) تنهن ڇرڪ ڀري ڏٺو ۽ هن جي هٿ مان ميڻ بتي ڪري پيئي. پر پويان نهارڻ کان پوءِ هن اطمينان محسوس ڪيو ۽ کلي ڏٺو.

”اوه ڏاڏا! تو تہ مون کي ڊيڄاري ڇڏيو!“

ڊون بئدوئي مونٽيا هيڊبو ٿي ويو. ”تہ اهو تون هوئين نوجوان ڏاڙيل!؟ هي سڀ ڇا آهي؟ ۽ هن ويل تون هتي ڇا ڪري رهيو آهين؟“

”ڏاڏا! ڪجهہ بہ نہ. آءٌ اڪيلو هئس ۽ آءٌ اڪيلو ئي آهيان.“

”ها فقط تون ئي اڪيلو اشراف آهين ۽ ڪيئن نہ چالاڪي سان تو پنهنجي اشراف هئڻ جو جتايو آهي. پر جي آءٌ هي لٽ توتي پيچان تہ تون پڪ سان سچي ڪري ڏين تہ تون اُن کان سواءِ بيو ڪجهہ بہ آهين.“

”اها اُنهن جي نالائقي هئي ڏاڏا، هنن مون کي بڌايو هو تہ آءٌ هتي زال کي ڏسي سگهندس.“

”زال؟ ڪنهن جي زال“

”منهنجي اسڪول جي ٻارن مون کي ٻڌايو هو تہ آءٌ هن کي اڄ رات جو آرسي ۾ ڏسي سگهندس جي اُن جي اڳيان بيهہ چوندس تہ:

آرسي او آرسي!
مون کي ٻڌاءِ
کھڙي سندري جو
ملندو مون کي پيار!

ٻون بئٻوئي اُداسي مان پڙپڙ ڪئي ۽ ڇوڪري کي وارن کان جهلي ڪمري ۾ وٺي ويو. هو ڪرسي تي ٿي ويٺو ۽ ڇوڪري کي هنج ۾ ويهاريو. ”هاڻ تون ميڻ بتي کي پٽ تي رک ۽ پاڻ ان موضوع تي ٿا ڳالهايون. ”تہ تون چاهين ٿو تہ تنهنجي زال اڳيئي هجي ها ۽ تون اُن کي اڳواٽ ئي ڏسڻ چاهين ٿو ايئن نہ؟ توکي خبر آهي تہ اها خطرناڪ ڪيڏ آهي ۽ جيڪي شرارتي ڇوڪرا اها خطرناڪ راند کيڏيندا آهن اُنهن کي سدائين نقصان پوندو آهي؟“

”ها! ڇوڪرن مون کي خبردار ڪندي چيو هو تہ مون کي ڏائڻ بہ نظر اچي سگهي ٿي.“

”بلڪل صحيح. ايڏي خوفناڪ ڏائڻ جو تون اُن کي ڏسي ڊپ کان مري بہ سگهيئين ٿي. هوءِ توتي جادو ڪري سگهي ٿي توکي اذيتون ڏيئي سگهي ٿي ۽ تنهنجو رت بہ پي سگهي ٿي!“

”ڏاڏا! هاڻ ڇڏيو بہ ڪٽي. هي جديد دور آهي ۽ هن دور ۾ ڏائڻن جو ذڪر ڪجهہ عجيب نٿو لڳي؟“.

”او منهنجا ننڍ ڙا ٻارڙا! ۽ جيڪڏهن آءٌ توکي ٻڌايان تہ مون خود ڪڏهن ڏائڻ ڏٺي هئي تہ پوءِ؟“

”ڇا توهان؟ ڪٿي!؟“

”بلڪل هن ئي ڪمري ۾ ۽ هن ئي آرسي ۾“ ائين چوندي پوڙهي جي خوش مزاجي واري لهجي ۾ وحشيت پربي ويئي.

”ڏاڏا ڪڏهن؟“

ايترو گهڻو اڳي بہ نہ، پر جنهن وقت ۾ آءٌ توکان ٿورڙو وڏو هوس. اُنهن ڏينهن ۾ مون کي ڪو بہ ڪم ڪار نہ هوندو هو ۽ آواره گردي ۾ پنهنجو وقت

وڃائيندو هوس. هي اُن رات جي ڳالهہ آهي. اُن رات آءٌ پاڻ کي تمام نستو ۽ بيمار محسوس ڪري رهيو هوس ۽ چاهيم ٿي تہ ڪٿي ڊهي پوان ۽ مري وڃان. ۽ آئون ان آرسي ۾ ڏسڻ ڪانسواءِ جيڪا منهنجي رستي ۾ هئي دروازي مان گذري بہ نٿي سگهيس. ۽ مون سوچيو تہ جڏهن آءٌ مري رهيو هجان تہ آرسي ۾ ڪيئن نظر ايندس؟ پر جڏهن مون آرسي ۾ ڏٺو......"

ڇا اُها ڏائڻ هئي؟

"بيشڪ!"

"۽ ڏاڏا ڇا هن توهان تي جادو ڪري ورتو؟"

"ها هن مون تي جادو ڪري ورتو. مون کي اذيتون ڏنيون، منهنجي دل کائي ورتي ۽ منهنجو رت چُوسي ورتو." پوڙهي تلخي مان چيو.

"اوه منهنجا غريب معصوم ڏاڏا! توهان مونکي اهو ڪڏهن بہ ڇو نہ ٻڌايو؟ ۽ ڇا هوءَ خوفناڪ هئي؟"

"خوفناڪ؟ او خدا....نہ. هوءَ ڏاڍي خوبصورت هئي. هن جون اکيون لڳ ڀڳ تو جهڙيون هيون پر هن جا وار بلڪل پاٽي جي چشمي جهڙا ڪارا هئا. او منهنجا خدا! هوءَ ڏاڍي پياري ۽ من موهيندڙ هئي، ڪاش مون کي پتو هجي ها ۽ پوءِ مونکي دير سان خبر پيئي تہ هوءِ انڌاري ۽ بدنصيب مخلوق هئي.

ٿوري دير لاءِ ماٺ ٿي ويئي. "ڏاڏا! هي ڪيڏي نہ خوفناڪ آرسي آهي." ڇوڪري پڻڪيو.

"تون اهو ڪيئن ٿو چئين؟"

"توهان ان ۾ ڏائڻ جو ڏٺي ۽ امان مون کي هڪ پيري ٻڌايو تہ ڏاڏِي کي ان آرسي ۾ شيطان نظر آيو هو. ڇا ان جي ڊپ کان ڏاڏي مري ويئي هئي؟"

ڊون ٻئڊوئي ڇرڪي ويو. گهڙي پل لاءِ هو وساري ويٺو تہ هوءِ مري چڪي هئي، هوءَ فنا ٿي چڪي هئي. ويچاري اگوڊا_ ۽ نيٺ هن سڪون ماڻيو. نيٺ- هن جي ٿڪل جسم، دنيا جي وحشي حرفت بازي مان ڇوٽڪارو ماڻيو. هن نجات پاتي، مئي جي رات جي ڪوڙڪي مان، اونهاري جي ڄار مان، چنڊ جي خطرناڪ چاندي جي اُٽيل ڄارن مان، هن جا پڇاڙي ۾ وڃي باقي هڏا ۽ اڇا وار بچيا هئا. زبان لڙڪي آئي هئس ۽

اڪيون جهڙيون ڪارا ڪوئلا.

.... هاڻي ڪجھ بہ نہ بچيو هو. ڪو بہ پٿر تي اُڪريل نالو باقي نہ رهيو هو. هاڻ قبرستان ۾ ڪو بہ نشان باقي نہ رهيو هو اُن نوجوان ڇوڪري جو جيڪا تمام گهڻو اڳي آرسي جي اڳيان هڪ مئي جي آڌي رات جو ٺهي جڙي بيٺي هئي.

۽ اهو ياد ڪري تہ هوءِ ڪيئن نہ پيڙا مان رني هئي، هوءِ ڪيئن نہ سندس هٿ ۾ چڪ هڻي هن کان ڇڏائي ڀڳي هئي ۽ پوءِ هن ڪيئن نہ اونداهي ڪمري ۾ زور سان ڀڳايو هو ۽ هنجي دل کي سندس پيار ۾ گرفتار ٿيڻ تي ڪيڏي نہ حيراني ٿي هئي. اهو پيار جو ڇهاءُ محسوس ڪندي درد مان هن جو گلو ۽ اکيون ڀرجي آيون ۽ هن کي ڇوڪري جي اڳيان شرم محسوس ٿيو. هو ڇوڪري کي پوئتي هٽائي اُٿي بيٺو ۽ دري ڏانهن وڌيو. هن دري جا تاڪ کوليا ۽ ٻاهر نهاريو ۽ آواره گهٽين ۾ شمعدان جي ڦڙ ڪندڙ روشني ۾ پاڇولن کي ڏٺو. آخري گاڏي کڙکڙ جو آواز ڪري وڃي رهي هئي. گهٽين ۾ واقع ڪارا ۽ انڌا گهر هش هش ڪري رهيا هئا ۽ اُنهن جي ڇتن جا چونڪا شطرنج جي بورڊ جيان ائين ڏيکائي ڏيئي رهيا هئا جيئن بي رحم آسمان ۾ ڪڪر. جڏهن تہ هڪ پوڙهو شيطان شڪار لاءِ ڪنڌ جهليو وينو آهي يا ائين چئجي تہ قاتل هوا وراڪا کائي گوڙ ۽ شور برپا ڪري رهي آهي. ۽ هاڻ هن مان سمنڊ جي بوءِ اُٿي رهي آهي ۽ هاڻ هن مان اُنهاري جي باغن جي بوءِ اُٿي رهي آهي ۽ پاڻ سان ڪٽي آئي آهي نہ وسارڻ جهڙيون مئي جي تهوار جون يادون- هڪ پوڙهي جون هڪ پوڙهي لاءِ پراڻي پيار جون يادون، پوڙهو دل سوزي مان اُنهن پلن کي سيميٽي رهيو آهي. هو اُداس آهي ۽ درد مان لڙڪ هنجي ڳلن کان هيٺ ڪري رهيا آهن ۽ هوا هن جي وارن کي اُڏاري رهي آهي ۽ هٿ جنهن تي زخم جو نشان آهي هن وات ۾ دٻائي رکيو آهي. جڏهن تہ گهٽي مان چوڪيدار جي بوٽن جي کڙکڙ جو آواز اچي رهيو آهي جنهن ۾ هن جي گوڏي سان ٽڪرائيندڙ شمعدان جي سبب پيدا ٿيندڙ آواز ملي وڏي گونج پيدا ڪري رهيو آهي.

”جاڳندا رهو... هوشيار!“

* * *

# ابابيل هيٽ اڏامن ٿا

## گيگم سيون

**هو** ٻيهر روانو ٿي چڪو هو. جيئن تہ هو گهر ۾ ڪو نہ هو، ان مان اهو مطلب نڪتو ٿي تہ هو ٻيڙي ۾ هو. اهو چوڻ مشڪل هو تہ هن جو اصل گهر ڪهڙو هو. ٻيڙي يا گهر، جتي سندس زال هن لاءِ اڪيون وڇائي انتظار ڪندي هئي. جتي هن جي آجيان لاءِ نرم بسترو هر وقت تيار هوندو هو ۽ هن جي هر خواهش جو خيال رکيو ويندو هو.

هو واپس ورڻ جو وقت ڪو نہ ٻڌائي ويندو هو.

سندس مڙس طرفان هر معاملي ۾ گهٽي خاموشي، هن ۾ دشمني جي بوءِ ڦهلائي ڇڏي هئي ۽ هوءِ فخر ۽ درد وچان چوندي هئي: ”مون کي خبر ناهي، مون کي ڪا خبر ناهي، ڇا هن مت جي موڙهيئي لاءِ وقت ڪا معنيٰ رکي ٿو؟ هو هاڻ تن ڏينهن لاءِ ويل آهي.“

”۽ تسيلا؟“

”مون کي خبر ناهي.... آءٌ پنهنجي ڇوڪري لاءِ ڪجهہ ڇئي نٿي سگهان.“ لڙڪ هن جي اکين مان وهي هلندا هئا.

”خدا حافظ“ مون چيو ۽ ٻاهر گهٽي ۾ نڪري ويس. آءٌ پهاڙ جي چوٽي ڪان ڊوڙيس ۽ ڪناري تي پهچي آهستي هلڻ لڳس. منهنجي پيرن ۾ پراڻا ڦاٽل جوتا پيل هئا، جن منهنجي پيرن کي پٿرن تي هلڻ مهل ڏاڍو ڏڪايو ٿي.

آسمان بلڪل نيرو هو. سمنڊ صاف ۽ شفاف نظر اچي رهيو هو. چوڏس سانت ڇانيل هئي. آءٌ پنهنجي جذبن کي روڪي نہ سگهيس ۽ مون کان وڏي رڙ نڪري ويئي. ڪناري تي پري پري تائين ٻيڙيون نظر آيون ٿي . پر چاچا جي ٻيڙي جو ڏور تائين بہ ڪو پتو نہ هو.

هوا ۾ چانهين جي خوشبوءِ سمايل هئي. آءٌ هيٺ ويهي جوتن مان واري ڪيڻ لڳس ۽ پاسي ۾ پيل پٿريون کڻي سمنڊ ۾ اڇلائي اُن جي مٿاڇري تي اُڀرندڙ گول دائرن مان مزو وٺڻ چاهيم. پر پٿر پاڻي ۾ ٻڏي تي ويا ۽ سمنڊ جي مٿاڇري تي ڪي بہ گول دائرا نہ اُڀريا. مون کان بي اختيار رڙ نڪري ويئي.

”اڙي بد بخت!“ چاچا يورگئي رڙ ڪئي. هو پنهنجي تازي ناهيل مڇي خاني جيڪو هن سمنڊ جي ڪناري تي ٺاهيو هو، مان ٻاهر نڪتو ۽ مون ڏانهن نهاري وڏو ٽهڪ ڏنو.

”ليون ڪٿي اهي؟“ مون پڇيو

”تنهنجو مقصد آهي تہ هو نالائق؟“

”تون خود بہ تہ نالائق آهين!“

”رڙيون نہ ڪر، ڪو بہ ٻوڙو ناهي. ڇا تون آهين.....؟“

”ليون ڪٿي آهي؟“

”ٺيڪ آهي، ٽڏو ٿي، جيڪڏهن شارڪ مڇين تنهنجي چاچي کي نہ کاڌو هوندو تہ هو يقينن واپس موٽي ايندو.“

”پر ڪڏهن؟“

”اها تہ خدا کي خبر آهي“

”آءٌ بلڪل سنجيده آهيان.“

”ٽڏو ٿي، آخرڪار توکي ڪهڙي تڪليف آهي؟ توهان ٻنهي کي هڪ ٻئي سان ٻڌي ڇڏجي، تہ پوءِ توکي سدائين خبرپيئي پوندي تہ هو ڪٿي هوندو. جهنم ۾ بہ هنسان گڏ ويندين؟ هو پنهنجي انداز سان زندگي گذاري ٿو. پر تون اڃان ٻار آهين. تون ڇاجي لاءِ هنسان ڇهٽو پيو آهين. توکي هينئر اسڪول ۾ هئڻ گهربو هو.“

”مون کي هن سان پيار آهي ۽ افسوس پڻ“ مون چيو ۽ وري رڙيون ڪرڻ شروع ڪيون.

”خدا شاهد آهي تہ تنهنجا نٽ بلٽ ڪجهہ ڍرا آهن“

مون اُن کان پوءِ چاچا يورگئي سان وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ ڳالهايو ۽ سڌو سمنڊ ڏانهن نهارڻ شروع ڪيو. مون ڪنارن ڏي حسرت مان نهاريو ۽

ٻيٽن جي فاصلي کي نظرن جي لهرن تي طئہ ڪيو. هتي شهزادا ۽ گنالي ٻيٺ هئا. پر مون کي اُتي پرڪاز نظر نہ آيو شايد لڪي ويو هو. پر اُتي گيپلي موجود هو جيڪو پاڻي مان جل ديوي جيان نڪري رهيو هو. سڙهہ پردن جيان ڏيکائي ڏنا ٿي ۽ تقريبن پنجاهہ فٽ پري ڪينو پکين جا ولر نظر آيا ٿي. ٻي آرام ۽ واجهائيندڙ ابابيل اُنهن جي مٿان ڪمان جيان لامارا ڏيئي رهيا هئا.

گهڙي پل لاءِ آءٌ مست ٿي ويس. هر ڪا شئي بدليل محسوس ٿي رهي هئي. هر ڪا شئي ڳائي رهي هئي ۽ کلي رهي هئي. سمند جو گيت، نيري وشال ۽ جادوئي سمنڊ جوگيت منهنجي اندر ۾ اُپريو.

مون اُتي ڪيئن ڀيرا چڪر لڳايا.

”هن ننڍڙي بيوقوف کي ڏسو“. چاچي يورگئي چيو. ۽ پوءِ اوچتو ئي مون کي جڙ ڪنهن ڏکو ڏنو. آءٌ هن جي ڇاتي سان چهٽي پيس ۽ کيس چمي ڏنم.

”اڙي هي تہ ڏينهن جيان بلڪل صاف آهي.“ هن مڇن تي هٿ ڦيرائيندي چيو.

”ڦهريان هو روئي ڏيندو آهي، پوءِ کلندو آهي ۽ اُن کان پوءِ هو هر هڪ کي چمي ڏيڻ چاهيندو آهي. آءٌ ساڪ سان ڇئي سگهان ٿو تہ تو ۾ ليون جو ڪجهہ نہ ڪجهہ اثر ضرور آهي.“

”چاچا! آءٌ رات کان هتي رهيل آهيان جڏهن تہ امان مون کي سڏي پيئي. ڇا توهين کو نہ ٽا ٻڌو؟“

”اسڪول جو ڇاٽيو؟“

مون اسڪول ڇڏي ڏنو. آءٌ هاڻ سمنڊ کي پيار ڪريان ٿو کلي آسمان کي، توکي ۽ آزادي کي!“

نيڪ آهي تہ پوءِ آئون تو لاءِ مڇي پڇايان ٿو ۽ اُن جو حساب ليون جي کاتي ۾ لڳايان ٿو. وودڪا گهر ۾ پيل آهي.“

”ڇا تو...... تسيلا بابت ٻڌو آهي؟ چاچا تو ٻڌو آهي؟“

مٿان ڪجهہ ڪانگ ڪان ڪان ڪندا اُڏاڻا.

هن مونڏي نهاريو ۽ لڙڪ منهنجي اکين ۾ تري آيا.

”او ڇوڪرا! ڇا تون ليون جو ياتسيلا جو انتظار ٿو ڪرين؟“

مون جواب نہ ڏنو.

”تسيلا جي ڪا خبر ڪونهي. اُن ڪان پوءِ ڇا ٿيو. ليون مڪمل طور تي....“ چاچا پيشاني تي هٿ ڦيرائيندي چيو.

”لعنتي ڪانگ“

”پر هو ويو ڪيڏانهن؟“

هن پٽاٽا، ٽانءُ، چٽ، ڇهہ بوتلون وودڪا جون ٿوري ماني ۽ ڪجهہ سگريٽ ساڻ ڪنيا. هن جي ڪل پونجي هڪ قميص ۽ گوڏ هئي ۽ توهين ڇئي سگهو ٿا تہ هو ڪو ڇريو بہ نہ هو ۽ توهين اهو بہ سوچي سگهو ٿا تہ هو پنهنجي ماءُ ڏي ويو هوندو يا شايد هو ڪنهن وارياسي ٻيٽ تي جيون جو مزو ماڻي رهيو هوندو. ۽ جيڪڏهن هو مري ناهي ويو تہ. ذرا سوچيو. هن پنهنجو دڪان بند ڪيو. روزگار کي تياڳي مڇي جي شڪار لاءِ نڪري ويو. ڇا ائين هڪ سالم حواسن وارو ماڻهو ڪري سگهيو ٿي؟ جيڪڏهن توهان واڍا هجو ها تہ يقينن ائين ڪريو ها ۽ توهان پنهنجي زال کي پيار ڪيو ها. هن کي ساڻس ڇريائپ جي حد تائين پيار هو. هن ڪيس جڏهن هن جو اباڻو وطن آيو تہ ٻيڙي مان لاٿو ۽ ساڻس شادي ڪئي ۽ هاڻ اُهو ڏينهن خالي ڪونهي جڏهن هو هن کي مار نہ ٿو ڪيڏي. ڪمينا تو هن کي ٻيڙي مان ڇو لاٿو؟ توکي ڪنهن منٿ ڪئي هئي. تو هن سان پنهنجي مرضي پٽاندر شادي ڪئي هئي ۽ هاڻ تو ٻنهي جون زندگيون برباد ڪري ڇڏيون. هو پنهنجو جيون سمنڊ تي گذاري ٿو ۽ پيئندو رهي ٿو ۽ اُتي... هوءِ سندس اوسيئڙو ڪندي رهي ٿي ۽ دکي گذاري ٿي. ڪنهن ان بابت سوچيو هوندو؟ پهرين ماڻهو جو سٺو رويو هجي ۽ پوءِ....؟ جيڪڏهن آءٌ تنهنجو پيءُ هجان ها تہ منهنجا پٽ! آءٌ توکي هڪڙي ناهوڪي مار ڏيان ها ۽ توکي چوان ها تہ هنن رستن تي ڪجهہ دير لاءِ ٻيهہ. مون کي ڏيان ڏيئي ٻڌ؟ ڪجهہ ترس! آءٌ شرط رکي سگهان ٿو تہ تون تسيلا جي ڳالهہ ٿو ڪرين. هي ڏس ٻي بہ ڳالهہ آهي. آءٌ هن ڏي جلدي ڇو ٿو نهاريان؟ نيڪ آهي. ٻڌ پنٽڙا گهر ڏي وڃ. سيني سان جهنم ۾ بہ وڃڻ لاءِ تيار رهہ. هُن کي مٿي ۾ اڪثر سور رهي ٿو. هاڻ تہ سال بہ ٿي چڪو آهي. ڪهڙي خبر تہ

ڪنهن ڪتي جي پٽ حصو پتي ورتو هجي!؟

”هاڻ بس ڪر چاچا پورگئي.“ مون رڙ ڪئي.

”آءُ سمجهان ٿو. ڇو آءُ هن ڏانهن جلدي ڪو نه ٿو نهاريان؟ هو سچ پچ ته پيار جو ماريل آهي. هن جي نموني مان به ظاهر آهي ۽ ها - - آءُ پوڙهو ٿيندو ٿو وڃان. مون اهو وساري ڇڏيو آهي ته هو ڪيئن هو“.

”او چاچا!“ مون ڪرڪندي چيو“ مون توهان کي پهرين ئي ٻڌايو آهي ته آءُ ليون کي ڳولڻ آيو آهيان.“

هن مون ڏي ائين ڇتائي نهاريو ڄڻ منهنجو هر طرح ڪان جائزو وٺڻ چاهيندو هجي ۽ پوءِ مون کي مخاطب ٿيندي چيو ”آءُ تنهنجي لاءِ مڇي پچايان ٿو تيستائين تون وودڪا جا ٻه ٽي پيگ هڻي گرم ٿي وٺ. ۽ ها مٿان مڇي ڇباڙي کائڻ سان تنهنجي وات جي بوءِ ختم ٿي ويندي ۽ تنهنجي ماءُ کي ذري برابر به شڪ نه ٿيندو.“

”مون توهان کي اڳي ئي ٻڌايو آهي ته آءُ هتي رات ٽڪڻ آيو آهيان. امان کي به ان جي سڌ آهي.“

”جيڪڏهن ليون اڄ نه موٽيو ته پوءِ؟“

”آءُ هن جو انتظار ڪندس“

”نه منهنجا پٽ. آءُ نٿو سمجهان ته تون ائين ڪري سگهندين. منهنجي صلاح مڃ ۽ سياڻي وري اچجانءِ.“

”نه چاچا! مون کي تنگ نه ڪر.“

”تون جنوني آهين.“

”چاچا مون کي اڪيلو ڇڏي ڏي. مڇي ڪٿي آهي؟“

”آءُ نٿو سمجهان ته توکي اُن جي ڪا ضرورت به آهي.“

”ڇو نه؟“

”هوڏانهن ڏس!“ هن سمنڊ ڏانهن ڏيان ڇڪرايو ”ڇا هو ڪونهي؟“

”ها, هوئي آهي!“ آءُ ڊوڙندو سمنڊ جي ڪناري ڏانهن ويس.“ چاچا ليون, چاچا ليون اچي ويو!“

چاچا پورگئي منهنجي مٿي تي ٺونگو هنيو.

ٿوري دير بعد آءُ ليون سان گڏ هلي رهيو هوس. منهنجي ڪلهي

تي مڇي جو ٽوڪرو هو ۽ اسين هن جي گهر ڏانهن وڃي رهيا هئاسين. هن جي هٿ ۾ لٺ هئي ۽ هو وڏيون وکون کڻي هلي رهيو هو.

”ڇوڪر! تون آرام ڪر.“ هن گهر وٽ پهچندي چيو. ”تنهنجي اجان عمر پئي آهي. اسين جيڪڏهن خدا گهريو ته سڀاڻي هلنداسين. تنهنجو ڇا خيال آهي؟“.

”منهنجو ڇا خيال آهي؟ اهو ته سانڍڻ جهڙو خواب هو؟ “آءُ هن کي ڇا ٻڌايان ته مون کي ساڻس مڇي جي شڪار ڪرڻ جي اجازت لاءِ امان سان ڪيترو نه متو هٽڻو پيو هو.؟

هن پنهنجيون ڳاڙهيون اکيون مون تي کپائي ڇڏيون ۽ گهڙي پل ترسي پوءِ چيو ”تون به جنوني آهين ۽ ڪنهن جي پرواهه نٿو ڪرين ڇوڪر! ۽ توکي ڪنهن ڳالهه جو فڪر به ڪونهي. تون مون وانگر ئي آهين. ها بلڪل مون وانگر. هوبهو منهنجي ڪاپي، فقط عمر ۾ مون کان ننڍو ۽ جوان آهين“.

گيهه جي ٽڙڪڻ جو آواز رڌڻي ۾ ڦهلجي ويو.

چاچا رڌ پچاءُ لاءِ هدايتون جاري ڪرڻ لڳو.

”انتاشيا مڇي کي صاف نه ڪجان!“

”جي سائين!“ هن ڪرڪندي چيو. ”هيل تائين ڪنهن ٻڌو ته مڇي بنا صاف ڪئي ڪنهن کاڌي هجي؟“

”توکي ڪهڙي خبر“ ليون رڙ ڪئي ”ڇريا تازي ماريل مڇي ائين ئي کائڻ گهرجي. تنهنجي ستياناس ٿئي. مڇي کي صاف ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪر“.

”تون سمجهين ٿو ته تون ڇوڪري جي منهن تي زبان هلائي پاڻ کي سرخرو پيو ڪرين؟ ڇوڪري جي موجودگي ۾ اجائي بڪ بڪ نه ڪر.“

”هي ڇوڪرو سڀاڻي وڏو ماڻهو ٿيندو. منهنجو مطلب آهي ته هڪ سچو پچو انسان، اهڙو ماڻهو جنهن کي خبر هوندي ته ڪيئن سچي ڪم جي شروعات ڪجي، پيڙا ڇا ٿيندي آهي.“ ليون مون کي وارن کان جهليندي پنهنجي ويجهو آندو ”هليا اچ ته تنهنجي ڇاتي ڏسان.“

”نہ چاچا نہ.“ مون منجھندي ۾ ٿڌو ساھہ کڻندي چيو.

”هليا تہ ڏسان.“ هن مون کي حڪم ڪيو ۾ منهنجي قميص چڪي لاٿي. ”ان ۾ شرمائڻ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ “ ڏس! انتاشيا! اسان وٽ هڪ سچو پچو مثال موجود آهي. جيتوڻيڪ هي اجان ٻارڙو آهي پر هن جي ڇاتي وارن سان پريل آهي. تڏهن تہ مان چوان ٿو تہ هي ٻارڙو سيان جو هڪ وڏو ماڻهو ٿيندو. جڏهن تون وڏو ٿين ۾ ٻٽڻ واريون قميصون پائڻ لڳين ۾ جڏهن تنهنجا وار ڪنڊ تائين اچن تہ منهنجا ڇوڪرا هڪ ماڻهو هئڻ جي ناتي پيڙا سهڻ ضرور سکجانءِ ۾ منهنجي هڪڙي ڳالهہ ضرور ياد رکجانءِ تہ جيون جيڪي ڪجھہ توکي آڇي اُن کي قبول ڪجانءِ ۾ اُن کان گهبرائجانءِ قطعي نہ. جيون جي هر پل مان مزو وٺجانءِ ۾ منهنجا ڇوڪرا جڏهن توکي انهن ڳالهين جي خبر پئجي ويندي تہ توکي محسوس ٿيندو تہ انهن ڪمن لاءِ جيون ڪيڏي نہ ٿوري آهي....“.

”اهو ٻار سان ڳالهائڻ جو ڪهڙو طريقو آهي؟ هن جي ماءُ کي جيڪڏهن خبر پوي تہ؟“ انتاشيا اهو چوندي ٿڌو شوڪارو پريو.

”اها تنهنجي روايت ناهي. اهو ئي سبب آهي جو اسان جا ڇوڪرا ڪجھہ بنجڻ چاهين ٿا. آءٌ اسان جن آرمينيئن ڇوڪرن بابت ڳالهائي رهيو آهيان نہ ڪہ يوناني ڇوڪرن بابت. توکي اُنهن جو ڏک محسوس ڪرڻ گهرجي“. هن ائين چوندي مون ڏانهن نهاريو.

پوءِ هن ٽيبل تي سامان رکڻ شروع ڪيو. هن شراب جا گلاس ٽيبل تي رکيا. هن وودڪا جي بوتل کولي ۾ ڪجھہ ٽماٽا ۾ بصر ڳترا ڪري پليٽ ۾ وڌا ۾ ٽيبل تي رکيا. هو پنهنجي مستي ۾ گم ٿي چڪو هو.

”انتاشيا! منهنجي پياري لوڻ ڪٿي آهي؟“

سندس زال مڇي آڻي اڳيان رکي.

اسان پنهنجين جڳهين تي ئي ويٺا رهياسين. هن ٻانهن جا ڪف مٿي کنيا ۾ ڪاڏي تي وحشين جيان ڪري پيو.

”تنهنجي ڪائڻ کي ڏسي هر ڪو ائين چوندو تہ تون چاليهارو ڏينهن کان لانگهي تي آهين“. انتاشيا ڪرڪندي چيو.

منهنجي هٿن ۾ گراهہ رڪجي ويو ۾ منهنجي نظر چاچا ڏانهن

ڪجي ويئي.

”ڪاءُ.“ هن مون کي چيو ”آءٌ چوان ٿو تہ ڪاءُ زندگي جيڪي خوشيون توکي آڇي ٿي اُنهن کي نہ موٽائي ۽ خدا جي واسطي انهن فضول ڳالهين تي ڌيان نہ ڏي، جيڪڏهن توکي ڪجھہ ڳوليو آهي تہ اُن کي ضرور ماڻ. ڪنهن بہ شئي کان انڪار نہ ڪر. هي تازي تريل مڇي جيڪا ووڊڪا ۽ بصر سان تون کائين، ٿو سچ پچ تہ تولاءِ جيون جي هڪ وڏي نعمت آهي.“

”ڏسوس!“ انتاشيا وچان ڳالهہ کي ڪٽيندي چيو ”هن کي دنيا داري جو ڪو خيال ڪونهي جڏهن کي ڪا زال ئي نہ هجي ۽ جڏهن تہ هن جي ڏي کي ڪجھہ بہ نہ ٿيو هجي. هن کي تہ هر وقت پيئڻ ۽ کائڻ جو اونو رهي ٿو. هي تہ جانورن کان پيي بدتر آهي“.

ليون جي چهري جو رنگ اُڏامي ويو. هن کائڻ بند ڪيو. هن جي زال اجان بہ ڪجھہ چوڻ تي هئي جو هن جا وارن سان پريل سگھارا هٿ ٽيبل تي گھميا ۽ گلاس درد پريون دانهون ڪندو پٽ تي ڪريو ۽ ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو. ووڊڪا بوتل مان پٽ تي وهڻ لڳو ۽ منجهائنس گڙگڙ جو آواز اُڀرڻ لڳو. ليون جي اکين ۾ رت پرجي آيو. هن جي زال کي ڪجھہ سمجھہ ۾ نہ آيو تہ هو ڇا چئي؟ هن تڙتڪڙ ۾ ڳالهايو. ”مون کي خبر نہ هئي تہ تون گذريل ٽن ڏينهن ۾ زندھہ بہ هوئين يا مري ويو هوئين. منهنجي ڇوڪري جو ذرو بہ خيال نہ ڪيئي. منهنجي تسيلا جو......“.

”بڪواس بند ڪر!“ چاچي زوردار رڙ ڪئي. مون کي محسوس ٿيو تہ مهاٽي جي جهوپڙي ۾ ڪنوڻ ۽ گجگوڙ ملي ڌماڪو پيدا ڪري رهيون هيون. مون پنهنجيون اکيون ڪمري جي هڪ پراهين ڪنڊ ۾ ڪپائي ڇڏيون ۽ جيڪي ڪجھہ هاڻ ٿيڻ وارو هو اُهو سوچي ڏڪي ويس.

ليون اُٿيو

”وڃ پنهنجي ڪمري ۾ وڃي سمهي رهو.“ هن مون کي چيو ”آئون توکي صبح جو اُٿاريندس. هينئر وڃي آرام ڪر.“

آءٌ نافرماني ڪري نٿي سگھيس. هن جي آواز ۾ پٿر جهڙي سختي هئي. آءٌ ٻئي ڪمري ۾ ويس. آءٌ جڏهن بہ هنن جي گھر ۾ رهندو

هوس تہ هو مون کي سمجهڻ لاءِ اهو ڪمرو ڏيندا هئا. اهو تسيلا جو ڪمرو هو ۽ اُنهن جي ڪمري جي پرسان هو. جڏهن تسيلا گهر تي هوندي هئي تڏهن بہ مون کي هن جو ڪمرو ڏنو ويندو هو ۽ هن کي پرواري ڪمري ۾ سمهاريو ويندو هو. چاچا جي خيال ۾ عورتن جي مقابلي ۾ مرد وڌيڪ بهتر هئا.

چوطرف سانت ڇانيل هئي. ميز مٿي تسيلا جو فوٽو رکيل هو. جيئن ئي مون تسيلا جي فوٽو ڏي جهڪي نهاريو جو هڪ زوردار چماٽ جو آواز منهنجي ڪنن تائين پهتو ۽ اُن سان گڏ انتاشيا جي روئڻ جو آواز. منهنجي اندر ڏچڪو ڪاڏو. منهنجي اندر ۾ درد ۽ پيڙا جو احساس اُڀريو. مون دري جي سوراخ مان نهاريو ۽ نہ ڄاڻ ڇو مون کي ان عمل ۾ پنهنجي ڪميٽائپ محسوس ٿي. آءٌ دري ڪان پري هٽيس ۽ ڪپڙا بدلائي بستري ۾ اچي ڪريس. اُن ڏينهن جي خيالن مون کي جهنجهوڙي ڇڏيو.

مون کي لڳو تہ منهنجي اڳيان عجيب و غريب ۽ غير رواجي فلمون سئنيما سلائڊ جيان گهمي رهيون آهن، جن جي هر سين اڳين سين کان وڌيڪ خوفناڪ ۽ ڀيانڪ هئي. مون کي ياد نہ آهي تہ آءٌ ڪيترو وقت ائين ئي بستري تي ڦٿڪندو رهيس ۽ اچانڪ سرگوشين جي آواز منهنجي خيالن کي ٽوڙي ڇڏيو. منهنجي من ۾ خواهشن ڪر کڻي اُڀري ۽ بستري ۾ اُٿي وينس ۽ اُنهن ڏيمن آوازن کي ڏيان سان ٻڌڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس. اهو ليون جو آواز هو. پر اهو ڪيترو نہ تبديل ٿيل هو. لفظ جيڪي هن ڳالهايا ٿي ڪيترا نہ غير رواجي هئا. اهي پيار ڀريا لفظ هئا، جن ۾ اڻ مئي محبت ۽ چاهت جو ذڪر هو. هن جي پر ۾ ستل هن جي زال انتاشيا سڏڪا ڀري رهي هئي ۽ پوءِ هو ٻيئي خاموش ٿي ويا. گهڙي پل کان پوءِ وري پڻ پڻ جو آواز منهنجي ڪنن تائين پهتو. مون کي خبر ناهي تہ اهو هڪ خواب هو يا جهوپڙي جي حقيقت. باهہ جو مچ ٻري رهيو هو ۽ هر شئي اُن ۾ جلي رهي هئي. مون ڀوڙي ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي. پر ڀڄي نہ سگهيس. منهنجون ٽنگون جواب ڏيئي بيٺيون. مون رڙيون ڪرڻ چاهيون ٿي پر منهنجو آواز نڙي ۾ ئي ڦاسي ٿي پيو. منهنجون دانهون ڪير ٻڌي نٿي سگهيو.باهہ جا شعلا منهنجي بلڪل ويجهو ٿي رهيا هئا.

”ڇوڪرا ڇا ڳالهه آهي؟“ منهنجي چاچي مون کي زور سان ڌونداڙيندي چيو ”ڇا توکو خراب خواب ڏٺو آهي؟ اُتي سفر تي اُسهڻ جو وقت مٿي اچي پهتو آهي. سمنڊ اسان جو انتظار ڪري رهيو آهي“.

رات هاڻ ختم ٿي چڪي هئي. آءُ اُٿيس ۽ ڪوشش ڪيم ته جيترو جلد ٿي سگهي گهر کي ڇڏجي. مون ڪپڙا بدلايا. ليون اجا تائين نلڪي جي هيٺان وهنجي رهيو هو. آءُ نلڪي جي هيٺان هنجو آواز ٻڌي سگهيس ٿي. مون گهڙي پل لاءِ هن جي ڪمري ۾ جهاتي پاتي. ڏٺم ته انتاشيا پرسڪون ستي پئي هئي. هن جي چهري تان اوڇڻ لٿل هو. سندس گلابي چهري تي هڪ ابدي خوشي جي مرڪ ڦهليل هئي.

تسيلا جي تصوير پٽ تي پيل هئي. مون اُن کي کنيو ۽ واپس ٽيبل تي رکي ڇڏيو. مون کي دل ۾ ڪجهه چڀندي محسوس ٿيو ۽ هاڻ محسوس ڪري سگهيس ٿي ته آئون هن جي ڪمري ۾ ستل هوس.

پرياٽ جي ول سبب موڳو لڳس. ٿي. ليون معمول جيان ديو جيڏا قدم کڻي رهيو هو ۽ لٺ هن سان ساڻ هئي. اسين جلد ئي ڪناري تي پهتاسين. آءُ خاموش ۽ منجهيل منجهيل نظر اچي رهيو هوس.

”ڇڪ!“ ليون چيو. اسان ٻيڙي پاڻي ۾ لاٿي. ”ڏس وڃي ٿي!“

چاچا يورگئي جو شراب خانو اوندهه ۾ گم ٿي ويو هو. ڏور پنڌ تي جهڪي روشني ۾ ٻيڙيون نظر اچي رهيون هيون.

”ٻيڙي چاچا يورگئي جي پاسي کان لڳائي، اسان کي ڪائنس رچ وٺڻي آهي“.

اسان ٻيڙي چاچا يورگئي جي شراب خاني جي ويجهو لڳائي. ليون پنهنجو ننڍڙو چاقو ڪڍيو ۽ ڪڏ ڪوٽي اُن مان ڳها ڪڍڻ لڳو. هن ڪئين ڪڏون ڪوٽيون ۽ اُن مان ننڍڙا نرم ۽ ملائم ڳها ڪوٽي ڪڍيا.

”اسان کي دير ٿي ويئي آهي. ڇوڪرا سمنڊ جهاڳيندڙن جو نه ته ڪو گهر هوندو آهي نه خاندان ۽ نه ئي ٻار. اهي رشتا توکي منجهائي ڇڏيندا. اهي تو کان هر شئي ڀُلائي ڇڏيندا ۽ توکي منزل کان پري ڪري ڇڏيندا.“

اناڙي هئڻ جي باوجود آءُ پاڻي ۾ گهڙي ٻيڙي تي چڙهيس.

منهنجون اکيون چاچي جي سگھارن پٽن ۾ طاقتور ٻانهن تي کپي ويون، ونجھ پاڻي ۾ هيٺ مٿي ٿي موسيقي پيدا ڪري رهيو هو ۽ آءٌ هن جي چيل لفظن تي سوچڻ لڳس.

”سمنڊ جهاڳيندڙ جو نہ تہ ڪو گھر هوندو آهي نہ خاندان ۽ ئي ٻار....“ سمنڊ جهاڳيندڙ زال، ٻار، پيار، مقصد....“ پر پيار هن لاءِ ڪھڙي معنيٰ رکي ٿي ۽ ڪھڙي مقصد جي هن وڪالت ڪئي ٿي؟ چاچا يورگئي وٽ يقينن ليون لاءِ ائين چوڻ جو ڪو سبب هو تہ هو ٿورڙو جنوني آهي“.

هاڻي بہ آءٌ پاڻ کي دنيا جو خوش نصيب ماڻهو سمجھان ٿو.

ڪانءُ وري زور سان ڪان ڪان ڪري رهيا هئا.

سج اُڀرڻ ۾ ڪافي دير هئي. ناقابل برداشت سردي منهنجا سنڌ سڪائي ڇڏيا هئا. منهنجون ڄاڙيون وڄڻ لڳيون.

”توکي سيءُ پيو ٿئي ڇوڪرا! تنهنجي بدن تي پاتل سئيٽر ناڪافي آهي. ائين نہ؟“

”ها“ مون پاڻ کي ڦڪو ڦڪو محسوس ڪندي جواب ڏنو.

”هان هي وٺ“ هن ائين چوندي مون کي وودڪا جي بوتل ڏني. ”ڪجھ ڍڪ پي“

مون ڇھ يا ست ڍڪ مس پريا جو منهنجو جسم ايڏو گرم ٿي ويو ڄڻ آڳ اوتي رهيو هجان.

”پنهنجا چپ ٻانهن سان اُگھہ، ڏسون تہ اڄ مڇي جو شڪار ڪيئن ٿو هلي.“

ليون پنهنجي قميص لاٿي ۽ ٻيڙي تيز هلائڻ لڳو. جڏهن اسان ڪناري کان ڪافي پري نڪري وياسين تہ هن سڙھ چاڙهيو ۽ هڪ هٿ ۾ ونجھ جهلي پاسي ۾ ويهي رهيو.

”هاڻ اسان سورج ۾زندگي ڏانهن سفر ڪنداسين. هميشہ اڳتي رهو منهنجا ڇوڪرا! سدائين هل، هل اُتي جتي ماڻهو اسان کي سمجھندا هجن ۽ اُتي جتي اسان کي سچا دوست ملن.“ پر آئون ڪيترو نہ بيوقوف آهيان جو اهو سڀ ڪجھ هڪ ننڍڙي ٻارڙي کي پيو چوان.

منهنجو ذهن مونجهاري کان آجو هو. آءٌ ڏاڍو خوش هوس جو آءٌ

سمنڊ جو سير ڪري رهيو هوس. منهنجي مٿان ابابيل اُڏري رهيا هئا. ووڏڪا مون کي گرم رکيو هو. آءٌ پنهنجي مستي ۾ گم ٿي چڪو هوس. جيتوڻيڪ مون کي منهنجي چاچي جي سچي گفتگو سمجهه ۾ ڪونه ٿي آئي، ته به هن جي لفظن مون کي سرور پهچايو ٿي. اهو سوچيندي ته ڪنهن نه ڪنهن جڳهه مون کي سچا دوست ملندا، اُنهن جي اڻ ميي پيار مون کي خوشي ۾ گم ڪري ٿي ڇڏيو. آءٌ هن جي چريائپ کي قبولڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هوس. مون پنهنجي چاچي ڏانهن ڏپ ۽ عزت جي نگاهن سان نهاريو.

ٻيڙي تيز هلي رهي هئي. مون کي پنهنجي زندگي ۾ ڏپ محسوس ٿيڻ شروع ٿيو.

سڙهه هوا جي ڪري زور لڳائي رهيو هو. هوا وحشيت مان حملو ڪري رستو پيدا ڪرڻ ٿي چاهيو ۽ منهنجي چاچي پنهنجي پوري سگهه سان سڙهه جي رسي کي هٿن ۾ جهلي ڇڏيو هو. ائين ٿي لڳو ته جڻ اُن جنگجو گهوڙي کي روڪڻ چاهيندو هجي، جيڪو اسان کي نهايت بي رحمي مان قسمت جي منهن ۾ ڌڪي رهيو هو. پر اهو سمورو منهنجو وهم هو. جيڪو مون کي پريشان ڪري رهيو هو!؟

”اوهه!“ چاچا رڙ ڪئي

هن جي چهري تي ڏپ نالي ڪو به نشان نه هو. هو پنهنجي وجود ۾ ڪوئجي چڪو هو ۽ ڪنهن حسين پرين جي ڪهاڻي جو شهزادو لڳو ٿي. هن سمنڊ جو لوڻاٺيل پاڻي پنهنجي چپن تي هنيو ۽ زوردار لفظن ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو. جيڪي منهنجي ٻاراڻي دماغ ۾ نه وينا ۽ مون ڪلي ڏنو. مون کي ڏپ ۽ سردي وڪوڙي ڇڏيو هو. هو جيتوڻيڪ پنهنجي ئي ڌن ۾ مگهن هو ۽ هن کي آسپاس جو ڪو پتو ڪونه ٿي پيو تڏهن به هن منهنجي بي چيني کي ڄاڻي ورتو.

”ڇوڪر! ڏج نه.“ هن رڙ ڪئي.”آئون ٻيڙي کي سڌو ڪريان ٿو.“ هن پنهنجو جسم ڪاٻي پاسي لاڙي ڇڏيو. هن جون فقط ٽنگون ئي ٻيڙي ۾ رهي ويون. ائين ڪرڻ سان به ڪجهه نه وريو ۽ اسين لڳاتار لهرن ۾ لڙندا رهياسين. ٻيڙي لڳاتار ساڄي طرف اولار ٿي رهي هئي.

”هيڏانهن اچ“ هن رڙ ڪئي

خدا ڄاڻي ٿو تہ آئون ڪهڙي چريائپ لاءِ نہ ڄاڻو هوس. بهرحال آءٌ اُٿي بينس ۾ سنڀالي قدم کڻڻ جي ڪوشش ڪيم ئي مس جو هڪ طاقتور لهر منهنجي مٿي سان اچي ٽڪرائي ۽ مون کي واپس پنهنجي جڳهہ تي ڌڪي اُڇلايائين.

”نالائق!“ ليون ائين چوندي پنهنجو ڪنڌ لوڏيو.

آءٌ فراموشي جي عالم ۾ هوس. منهنجي چاچي کي ڇڏي اهو منهنجي لاءِ هڪ نئون تجربو هو. منهنجي اندر ۾ انيڪ خيال اُڀرڻ لڳا ۽ نيٺ مون کي محسوس ٿيڻ لڳو تہ آءٌ هيٺائي ۾ دهشت سبب مري رهيو آهيان. مون کي پڪ ٿي ويئي تہ ڌرتي تي اهي منهنجون آخري گهڙيون هيون ۽ آءٌ زندگي جا پويان پساهہ کڻي رهيو هوس.

مون کي خبر ناهي تہ ڪيترو وقت گذري چڪو هو جو ليون رسي کي جهٽڪو ڏنو تہ جيئن سڙهہ کي سڌو ڪري سگهجي ۽ پوءِ هن سڙهہ تي قابو پائي هڪ وڏي رڙ ڪئي. گهڙي پل ۾ ٻيڙي پنهنجي جڳهہ تي اچي ويئي ۽ هاڻ آهستي آهستي هلڻ لڳي. ليون سڙهہ کي تيزي سان ڇڪيو. هو هڪ فاتح ويڙهاڪ جيان ڏيک ڏيئي رهيو هو. هن جنگ ڪٽي ورتي هئي ۽ هاڻ ٻي جنگ تائين تلوارون وري مياڻ ۾ هليون ويون ۽ جهنڊا ويڙهيا ويا.

”اُٿي منهنجا ڇوڪرا“ هن هڪل ڪئي، ”لنگر لاهہ“

آءٌ اجا تائين منجهيل ۽ پريشان هئس ۽ هن جي حڪم جي بجا آوري ڪرڻ جي حالت ۾ نہ هوس.

”هليا، اُٿي هيڏي اچ ڪهڙو مسئلو اٿئي؟ ڇا ماٺهو ائين ڪندو آهي؟“

هن رچ گڏ ڪيو. ۽ ڦيرائي ٻيڙي ڪان پنجن ڇهن ميٽرن جي مفاصلي تي اُڇليو ۽ پوءِ هو منهنجي ڀر ۾ اچي ويٺو.

هن هڪ ڀيرو وري وودڪا پيئڻ شروع ڪيو ”تون بہ ڪجهہ پي. هن چيو“ جيتوڻيڪ اهو تو لاءِ .... گهٽو آهي پر ٻي ڪا مزي جهڙي شئي بہ تہ ڪونهي. هي شيطاني پاڻي ڪمزور ۽ نبل ماڻهن ۾ بہ مڙسي ۽ همدردي

پيدا ڪري ٿو.“

هن مون کي ڪافي زور ڪيو ته آءٌ وات کي کوليان ۽ ٻه ٽي ڏک پريان.

”توکي ڏپ ڇو ٿو ٿئي؟ آءٌ ته توکي هڪ سچو انسان سمجهان ٿو.“

اُن وقت آسمان ۾ سج اُڀري رهيو هو. سج جي ڪرڻن منهنجي جسم جي ڏکندڙن حصن کي عجيب نرالي انداز ۾ چميو ۽ گرم ڪيو. اها ڪيڏي نه ناقابلِ بيان شفقت هئي.!“.

مون جيئن ئي سج ڏي منهن ڪيو ته مون کي هوا جون سر گوشيون ٻڌڻ ۾ آيون.

”اچ ته سج جي لاءِ پيون منهنجا ڇوڪرا تون سمنڊ ۾ اُٿندڙ ڇولين جي موسيقي کو نه ٿو ٻڌين؟ جيڪڏهن تون انهي پل کي محسوس ڪري سگهين ٿو ۽ جيڪڏهن تون اهو سڀ ڪجهه ٻڌي سگهين ٿو ۽ سمجهي سگهين ٿو ۽ جي توکي خبر آهي ته اها ئي زندگي آهي ته پوءِ هن ڌرتي تي اُن کان مٿي ٻي ڪا به زندگي ناهي.“.

مون پنهنجي چاچي ڏانهن نهاريو. آءٌ هن کي سمجهي نه سگهيس.

اسين اٿاهه سمنڊ جي وچ ۾ هئاسين جنهنجو ڪو به انت نه هو. چوطرف ڪو به ساهوارو نظر نٿي آيو ۽ نه ئي ڏور تائين ڪو ڌرتي جو نالو نشان. فقط سمنڊ هو. مٿان سورج ۽ هيٺ اسان ۽ ۽ اسان سان ساڻ هو رڇ ۽ ٻيڙي جنهن کي مون ڪناري تائين پهچائڻ جي اڪيلي اُميد ڄاتو ٿي.

آءُ شوخي مان وينو هوس ۽ مون تي اُنهن جذبن جو غلبو ٿي چڪو هو جيڪي آءٌ وري ڪڏهن به انهي زوردار قوت سان ماڻي نه سگهندس؟

۽ پوءِ منهنجي جنوني چاچي فلاسافي جي انداز ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو.”تون ايترو ننڍڙو آهين بلڪل رڇ جي ٻچي جيان. تون منهنجي تصوير آهين، هڪ مخلص، وفادار ۽ سچائي سان ڀرپور. توکي اڃان ڪافي ڪجهه ماڻڻو آهي. توکي پيار کي ڄاڻڻو آهي. پيڙا کي پاڙڻو آهي. تون خواب لهندين ۽ تنهنجي اندر ۾ خواهشون ڪر ڪڻي اُٿنديون ته تنهنجا خواب ساپيا پائن، پاڻ وڃائڻ کان نه گهٻراءِ، ڪا ڳالهه ناهي جي تنهنجي ٻيڙي طوفان جي نظر ٿي وڃي، سڙهه ٽڪرا ٽڪرا ٿي وڃي. ڪا

ڳالھ ناهي جي طوفان اچي وڃي، تڏهن بہ ڪنارن تي نہ رهجان ۽ نہ ئي ٻيڙي کي ڇڏجان. سدائين سمنڊ جي گهرائي ۾ وڃجان ۽ سج جي ڪرڻن ۾ سنان ڪجان. جيڪڏهن توکي تنهنجي انتاشيا ملي وڃي، ڇا بہ ٿي پوي هن کي پيار ڪجان. ۽ جيڪڏهن هو توکان تنهنجي ڏي تسيلا ڪسي وٺن تہ بہ هن جو عڪس سج جي ڪرڻن ۾ پسڻ نہ وسارجان. اوه! پر آءٌ ڇو ان قسم جي بڪ بڪ ڪري رهيو آهيان؟ آئون پوڙهو بہ ڪيترو نہ چريو آهيان. تون اجا تہ ننڍڙو ڇوڪرو آهين ۽ مون کي ڪنهن بہ حالت ۾ ڪو نہ سمجهي سگهندو هوندين."

سورج ۾ تسيلا کي ڏسجان؟ ها. مون پوءِ هن کي سورج جي ڪرڻن ۾ ڏٺو. هن جا سونهري وار ڪليل هئا ۽ ڏاڍا خوبصورت هئا. منهنجي خوابن جي راڻي تسيلا، مون هن کي فقط هڪ ڀيرو ڏٺو ڇاڪاڻ جو تسيلا نالي ڪا بہ سندري هن ڌرتي تي موجود نہ هئي. تسيلا سورج جي تپش جي جائي هئي.

ساڳئي وقت منهنجو چاچو چئي رهيو هو تہ "جيتريون گهٽيون ٻيڙيون سمنڊ ۾ ڏسين سمجھ تہ اوترو ئي چريا سورج کي پائڻ لاءِ نڪتل آهن ۽ اوترو ئي بهتر ۽ سچائي سان ڀرپور زندگي تنهنجي آجي ڪندي."

"آءٌ ائين ئي ڪندس چاچا"

هن مون کي ياڪرن ۾ ڀري پنهنجي ويجهو آندو ۽ منهنجي پيشاني کي چميو.

"تون اسان جي خاندان ۾ واحد فرد آهين جيڪو منهنجو جانشين بنجي سگهين ٿو ۽ توکي اڳتي هلي خبر پوندي تہ زندگي ڪيڏي نہ پراسرار ۽ حيرت سان ڀريل آهي".

ليون خاموش ٿي ويو. هن جي خاموشي اندر ۾ چيڀڻ لڳي ۽ اها سندس پورالي طبيعت کان وڌيڪ خوفناڪ لڳي ٿي.

ڪجھ ابابيل اسان جي مٿان اُڏاڻا، اُهي ايترو هيٺ اُڏامي رهيا هئا جو اُنهن جي پرن جي ڦڙڪڻ سبب پيدا ٿيندڙ هوا بہ اسان کي ڇهي رهي هئي.

"هاڻي برسات پوڻ واري آهي." چاچا چيو "آءٌ سمجهان ٿو تہ

ڪلاڪ ڪن ۾ بارش اچي ويندي.“

هو اُتر ڏانهن مڙيو ۽ هٿ مٿي ڪٽي اشارو ڪيو. ”هو ڏس برساتي ڪڪر؟ ڏاڍي خراب موسم آهي. هوا اسان جي فائدي ۾ نہ آهي. اسان ڪي واپس ٿيڻو پوندو“.

”پر مڇي جي شڪار جو ڇا ٿيندو؟“ مون ڪي اهو ڄاڻي ڏاڍي خوشي ٿي تہ اڄ صحيح رخ جي هوا نہ لڳندي.

”اڄ مڇي جو شڪار ڪارائتو نہ ٿيندو ۽ واپس هلڻ ئي بهتر آهي. منهنجي اها پيشن گوئي آهي. هيٺ تري ۾ ٿي ويهہ“.

مون ڪي ياد ناهي تہ اسين ڪيئن ڪناري تي پهتاسين. هن لاءِ اهو روز جو معمول هو. مون ڪي فقط اهو ياد آهي تہ آءٌ بخار ۾ ونجي پيو هوس. جڏهن مون اکيون کوليون تہ مون پنهنجي ماءُ انتاشيا ڪي پاڻ مٿان بيٺل ڏٺو. آئون گاڏي وٺي اچان ٿي ۽ هن ڪي گهر وٺي وڃان ٿي. منهنجي ماءُ چيو.

”منهنجو چاچو ڪٿي آهي؟“

”آءٌ هن بابت وري ٻڌڻ بہ نٿي چاهيان.“ امان ڪاوڙ مان چيو.

”هو ڪٿي ٿي سگهي ٿو سمنڊ تي؟ هو ٻن ڏينهن کان اوڏانهن ويل آهي“ انتاشيا ٿڌو شوڪارو ڀريو.

”ابابيل تمام هيٺ اُڏامي رهيا هئا.“ مون چيو.

منهنجي ماءُ خوف مان مونڏانهن نهاريو.

”انتاشيا. “ هو وري ساڳيا لفظ ورجائي رهيو هو. هو وقلي رهيو هو ”خدايا! مون کان منهنجو ٻچو نہ کس، تو اسان کان تسيلا کسي ورتي. هاڻ گهٽ ۾ گهٽ ڇوڪري کي تہ اسان وٽ رهڻ ڏي.“

آءٌ اُهو سڀ ڪجهہ جيڪي هو چئي رهيا هئا ٻڌي رهيو هوس. پر آءٌ ڏاڍو ڪمزور ٿي ويو هوس ايترو جو پنهنجي ٻانهن بہ چوري نٿي سگهيس.

آءٌ ڪافي ڏينهن تائين بي سرتيو پيو رهيس ۽ پوءِ آهستي آهستي ٺيڪ ٿيڻ لڳس.

منهنجو چاچو هاڻي هن دنيا ۾ ناهي ۽ نہ ئي منهنجي ماءُ. مون ڪي

خبر ناهي تہ انتاشيا جو چا ٿيو. تسيلا نيٺ گهر موٽي آئي ۽ هن محسوس ڪيو تہ هن سان دوکو ٿيو هو. ماڻهن هن جي بي غرض پيار، اعتبار سچائي ۽ خلوص مان ناجائز فائدو ورتو هو. تسيلا جي موٽڻ کان پوءِ ڪافي افواهہ اُٿيا تہ هن کي وراثت ۾ پيءُ کان اصول، رستا ۽ مقصد مليا هئا. بهرحال مون کي خبر ناهي تہ اهو صحيح هو بہ يا نہ.

مون کي خبر ناهي، پر جڏهن بہ آءٌ ابابيل پکين کي هيٺ اُڏامندي ڏسندو آهيان، مون کي منهنجو چاچا ليون، سمنڊ، سج ۽ زندگي ڏاڍي ياد ايندي آهي ۽ جڏهن اُهي هيٺ لامار هڻندا آهن تہ آءٌ هڪ ننڍڙي ٻارڙي جيان خوشي محسوس ڪندو آهيان. ۽ پوءِ آءٌ سوچيندو آهيان تہ آسمان منهنجي چاچي جي نامعلوم قبر تي لڙڪ لاڙي هن لاءِ روئي رهيو آهي. هن جا هاڻ ڌرتي تي ڪي بہ مٽ ۽ مائٽ نہ رهيا هئا ۽ هن آسمان، سج ۽ سمنڊ ۾ مُڪتي پاتي هئي. آسمان، سج ۽ سمنڊ...... ۽ شايد ابابيل پکي.

چاچا يورگئي جيڪڏهن تون اجا تائين زندهہ آهين تہ، آئون توکي ٻڌائڻ چاهيان ٿو تہ مون هميشہ ليون جي عزت ڪئي ۽ مون هن سان هميشہ پيار ڪيو. ۽ مون هن جي ياد ۾ ڪڏهن بہ پنهنجي ٻيڙي کي سڪي تي ناهي آندو ۽ هر مشڪل ۽ تڪليف کي خوشي سان منهن ڏنو آهي. مون ٻيڙي کي هميشہ کلي سمنڊ، ها وشال ۽ بي انت سمنڊ ۾ هلايو آهي ۽ هن کي هميشہ پاڻ سان گڏ پاتو آهي.

* * *

# ٽٽل شيشي جو عڪس

## سلام بن رزاق

**ٿئي** ائين ٿو ته، آءٌ جڏهن به هن البم ۾ پنهنجي تصوير لڳائڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو ته، منهنجي تصوير تي ڪيئن ٻيا چهرا چهٽي پون ٿا. اهي چهرا ڪي اوپرا چهرا ناهن پر منهنجن ئي عزيزن، رشتيدارن ۽ دوستن جا چهرا آهن. جنم جنم جي معصوميت سان ڀريل سفاڪ چهرا، جن جي خاموش رڙين سان منهنجي دماغ جون نسون ٽٽڻ لڳن ٿيون، ٽڪرا ٽڪرا جوڙي هڪ مجسمو ناهڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو پر هوا ايتري تيز آهي جو اُنهن ٽڪرن جي وکرڻ جو خوف برابر لڳو رهي ٿو. آءٌ اُن بدنصيب شخص جيان آهيان، جيڪو ٻوڙندي ٻوڙندي سهڪي پيو آهي. پر گهڙي پل آرام ڪرڻ لاءِ جنهن وڻ جي ڇانو ۾ ويٺو آهي، اُن جي سمورين جڙن کي ڪيڙا ڪٽي ۽ کائي چڪا آهن.

مون کي پاڻ تائين پهچڻ لاءِ نه ڄاڻ ڪيترين دوزخن مان گذرڻو پوندو. اُف! هڪ جهنم کان ٻي جهنم تائين پنهنجي ذات جي ٽڪرن کي سميٽڻ ڪيترو نه ڪربناڪ ٿيندو آهي.

آءٌ پنهنجي چهري تي جنهن چهري جي جلن محسوس ڪريان ٿو اُهو منهنجي پوڙهي ماءُ جو تباهه حال چهرو آهي. مڪمل تباهه ٿيل ۽ بيمار. ٿڪاوٽ ۽ ڀڏاپو هن جي نس نس مان ظاهر آهي. بس ڪنهن به ڏينهن موڪلائڻ جي تياري ڪري ويٺي آهي. تڏهن به هن جو علاج برابر جاري آهي. ڳوٺ جو کهڙو ڊاڪٽر يا حڪيم آهي جنهن کان مون هن جو علاج نه ڪرايو هجي ۽ هاڻ به ڪرائي رهيو آهيان. اڄ به هر مهيني ٽيهه يا چاليهه رپين جي دوا درمل تي وڃي ٿي. ڦل فروٽ الڳ ٿئي ٿو پر نه- ان ۾ احسان جتائڻ جي ڪا به ڳالهه ناهي. مون کي ان روز جي معمول جي

پورائي لاءِ لازمي ڪم ڪرڻو ئي پوي ٿو. روزانہ ہہ ٽي ڪلاڪ اوور ٽائيم، ڏينهن ۾ چار پنج ڪوڙيءَ هڪ اڌ موتي مرغي جي تلاش. ها - اهو سڀ ڪجهہ ڪرڻ ڪان سواءِ ساڍا ٽي سئو رپيين مان ڪير بہ ڪجهہ نٿو ڪري سگهي. منهنجي ماءُ بہ سڀ ڪجهہ ڄاڻي ٿي. اجا گذريل مهيني مون کي غير متوقع طور تي هڪ پارٽي ڪان بہ سئو رپيا مليا تہ گهر ۾ سيني جي لاءِ ڪپڙا، ٻارڙي لاءِ مٺائي ۽ رانديڪا اچي ويا هئا. ٽن چئن ڏينهن تائين سڀ ڏاڍا خوش هئا. امان ٻئي ڏينهن ڪرم علي شاهہ بابا جي درگاهہ تي پڙ چاڙهي آئي. امان شايد اُتي منهنجي ڪمائي ۾ برڪت لاءِ دعا بہ گهري هجي. ماءُ پٽ جي لاءِ سچي دل سان دعا ئي گهري سگهي ٿي پوءِ ڪٿي اها ڪوڙجي حمايت ۾ ئي ڇو نہ هجي.

ها، ان کي تہ هڪ پراڻو آدرشي قصو چئي سگهجي ٿو تہ ماءُ پنهنجي پٽ جي ڪيسي جي هيئان سئو دينار سبي ڇڏيا ۽ ڪيس سفرتي اُسهڻ مهل هدايت ڪئي تہ، "پٽ هميشہ سچ ڳالهائجانءِ" ۽ پوءِ اُن ڇوڪري جي سچائي ڌاڙيلن جون دليون ڦيري ورتيون. پر جي منهنجي ماءُ اهو سڀ ڪجهہ ڪري تہ ڪنگهي ڪنگهي ٽي ڏينهن ئي دم ڏيئي ڇڏي. مون کي تہ خبر آهي. امان جي بيماري موت جي بيماري آهي. آءٌ اهو بہ ڄاڻان ٿو تہ هن ۾ ڳالهہ تي ڪرڪڻ ۽ ڪنگهہ ڪرڙي ڪان سواءِ باقي ڪجهہ بہ ناهي بچيو. پر ڇا ٿو ڪري سگهجي. ماڻهو آخري ساهہ تائين زندگي سان چهٽي رهڻ چاهي ٿو. ڪير آهي جو خوشي خوشي مان جيئري ئي قبر ۾ وڃڻ چاهيندو هجي. ماءُ جي خدمت ڪان پلا ڪيئن انڪار ٿي سگهي ٿو؟ هن مون کي ٽن سالن تائين ڪير پياريو آهي. آءُ بہ هن کي گذريل ٻارهن سالن ڪان دوا پياري رهيو آهيان ۽ ذرو بہ بيزار نہ ٿيو آهيان. مگر پاڻ کي ڪيئن سمجهايان. سعادت مندي جا تمغا مفت ۾ تہ ڪونہ ٿا ورهائجن. ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو کي هڪ بهتر ماڻهو جي سعادت حاصل ڪرڻ لاءِ خواهشن جي ڪيترين ئي قتل گاهن مان گذرڻو پوندو آهي.

اجا تازو ئي آءٌ امان لاءِ اسٽور تان دوائون خريد ڪري آيس. ميڊيڪل اسٽور ۾ شراب جو گتو هڪ ٻئي جي پرسان هئا. آءٌ بيخيالي مان شراب جي گتي ۾ گهڙي ويس ۽ رنگ بہ رنگي بوتلن تي لالچي نگاهون

وجهندي دوائن جي پرچي شراب جي گتي جي مئنيجر جي هٿ ۾ ٿمايم. هن مون کي مٿي کان هيٺ تائين گهوري ڏٺو ۽ آڱر سان اشارو ڪندي چيو:
”پاسي واري دڪان ۾ وڃ“

تڏهن مون کي هوش آيو ۽ آءٌ شرمندو ٿيندي اُتان موٽي آيس. اُن رات مون کي پلي ننڊ نہ آئي. عجيب ۽ اُبتاسبتا خواب ڏسندو رهيس. مون کي لڳو تہ آءٌ هڪ ويران بيابان ۾ ڊوڙندو هلي رهيو آهيان. اُج جي سبب نڙي خشڪ ٿي ويئي آهي ۽ ٿڪل چوپايي مال جيان زبان ٻاهر ڪڍي سهڪي رهيو آهيان.

سامهون پاڻي جو چشمو نظر اچي ٿو اُن جي طرف مڙيو آهيان، پر چشمي جي ويجهو پهچڻ کان اڳ ئي گوڏن تائين واري ۾ ڦاسي پيو آهيان ۽ ڦاسندو ئي وڃان ٿو. اُن رات مون ٻهريون پيرو محسوس ڪيو تہ امان جي کنگهہ منهنجي ننڊ ۾ ڪيترو رخنو وجهي ٿي. امان جي دوا برابر جاري آهي. آءٌ نافرمان قطعي ناهيان. منهنجو سڀ ڪجهہ ايتريقدر جو مان پاڻ بہ وڪامجي وڃان تہ بہ آخري گهڙين تائين هن جو علاج ڪرائيندو رهندس. پنهنجي ماءُ سان ڪنهن کي محبت نہ هوندي؟ مون کي بہ آهي. محبت شايد انسان جي آخري مجبوري جو نالو آهي. امان جي چهري سان گڏ هڪ پيو چهرو بہ جڙيل آهي. اُداس ٿڪل ۽ سنڌ سنڌ کان ٽٽل. اهو بابا سائين مرحوم جو چهرو آهي. ها هو هاڻ هن دنيا ۾ ناهي رهيو. بيماري؟.

ڪا بہ بيماري نہ هئي سواءِ شراب جي. آخري ڏينهن ۾ تہ هو ايتريقدر پيئڻ لڳو هو جو هن جي پگهر مان بہ شراب جي بوءِ ايندي هئي. آءٌ بابا کي صرف انهي ڪري عظيم انسان ليکيندو آهيان جو هو دنيا جي بين عظيم انسانن وانگي پنهنجي زال يعني منهنجي ماءُ کان هميشہ دکي هو. غالبن انهي ڏک کي وسارڻ جي خاطر هو بي تحاشا پيئندو هو. مون کي ياد آهي تہ هن امان سان هڪ ڏينهن جهيڙي جي دوران چيو ”تنهنجي گهر کان زياده سڪون تہ مون کي اوشا ٻائي جي ڪوٺي تي ملندو آهي“. ان ڏينهن امان سڄو وقت بابا کي گاريون ڏيندي ۽ پٽيندي رهي، گهر ۾ چلهہ بہ نہ ٻري. اُن ڏينهن بابا مون کي هوٽل ۾ ماني کارائي هئي. جڏهن بابا موت جي بستري تي هو تہ سندس وات ۾ آبِ زم زم جا متبرڪ ڦڙا پاتا ويا. هن

آبِ زم زم وٺڻ کان انڪار ڪندي بہ ڏڪ شراب جا گهريا هئا. مون چاهيو هو تہ شراب جا بہ چمچا پياريانس، مگر برادري جي بزرگن مون کي تڙي ۾ چڙٻ ڏيئي اُتان هٽائي ڇڏيو. بابا جي موت جي ٽي ڏينهن، اُن جي روح کي سڪون پهچائڻ جي خاطر پنجن فقيرن کي ماني کارائي ويئي. خيراتي ماني ۾ مرحوم جي من پسند کاڌن جو خاص خيال رکيو ويو هو. پيٽ ڀري کاڌو کارائڻ کانپوءِ هر هڪ فقير کي ڇهہ ڇهہ وال ڪپڙو بہ نذراني طور ڏنو ويو تہ جيئن بابا جي روح کي اُن جو پورو پورو ثواب حاصل ٿئي. آءٌ چپ چاپ اهو تماشو ڏسندو رهيس. فقير بار بار پنهنجي پيٽ تي هٿ ڦيريندي الله رحيم آهي، الله غفور آهي جا نعرا هڻي رهيا هئا. جڏهن هو نڙي تائين کاڌو ڦسي چڪا ۽ ڇهہ ڇهہ وال ڪپڙو بغل ۾ دٻائي ٻاهر نڪتا، تہ آءٌ مڙي اُنهن وٽ ويس ۽ ڏهين ربئي جو نوٽ پيش ڪندي انتهائي عاجزي مان هٿ ٻڌندي چيم: ”شاهہ صاحب! منهنجو بابا مرحوم سٺن کاڌن سان گڏ شراب جو بہ ڏاڍو شوقين هو. هي ننڍڙي رقم اوهان جي پيٽ ڪريان ٿو. هن مان هڪ هڪ پيگ وٺي پيئجو، جو مرحوم جي آخري خواهش اها هئي.“

اهو ٻڌي فقير ڏاڍو خفا ٿيا هئا ۽ مون کي گهٽ وڌ ڳالهايو هئن. بابا زندگي ۾ هزارين رپيا ڪمايا، مگر سڀ اهڙي بي دردي‌ءَ سان اُڏائي ڇڏيا جڻ اُهي سڀ پئسہ ريس جي سٽي مان ڪمايل هجن. منهنجي لاءِ ورثي جي ناليءَ تي هڪ ٽٽل ڦٽل گهر، مستقل بيمار ماءُ ۽ ٻارنهن هزار رپين جو قرض ڇڏي ويو هو. قرض ڏيندڙ تہ تقاضا ڪندي ۽ ڌمڪيون ڏيئي ڏيئي نيٺ ٿڪي هارائي ويا. البتہ هي ٽٽل ڦٽل گهر ۽ شڪست حال ماءُ اجان بہ مون سان گڏ آهن.

بغور ڏٺو وڃي تہ اسين پنهنجي لاءِ ڏهہ فيصد بہ نٿا جيئون. اسان جي نوي فيصد زندگي ٻين جي خواهشن ۽ فرمائشن جو قرض ادا ڪرڻ ۾ ئي گذريو وڃي.

امان جي چوڻ مطابق منهنجي شادي هن جي آخري خواهش هئي. هڪ فرمانبردار پٽ جي طرح مون بہ شادي ڪري ورتي. جيتوڻيڪ هاڻ هن جي خواهش پوري ٿيندي اٺ سال ٿي چڪا آهن. پر هن جي خواهشن جو سلسلو برابر جاري آهي. شايد خواهشون ڪڏهن ختم نٿيون

ٿين.

هي منهنجي زال آهي. هي اُن وقت جي تصوير آهي جڏهن هوءِ گهر ۾ ڪنوار بنجي آئي هئي. ڊيگي جي طرح معصوم نظر اچي ٿي نه؟ توهان صحيح فرمائي رهيا آهيو. مگر توهان کي هن جا نوڪدار سڱ نظر نٿا اچن. جناب عاليٰ اهو ته جوتو پائڻ وارو ئي ڄاڻي ٿو ته ڪلي ڪٿي لڳي رهي آهي. هاڻ ته هوءِ تمام ٿلهي ٿي پيئي آهي ۽ ماس لڙڪي آيو اٿس. هن کي پنهنجي گهر ۽ خاندان کان سواءِ ٻاهر جي ڪا به خبر ڪونهي. عورت, هڪ خالص گهريلو عورت هئڻ به ڪيتري نه سک جي ڳالهه آهي. زال جو روزمره جو پروگرام بلڪل ٺهيل ٺڪيل آهي. صبح جو اُٿڻ, اُلٽو سڌو ڪاڌو تيار ڪرڻ, هِن ٻهاني, هُن ٻهاني سس کي به چار گاريون ڏيڻ, ٻارن کي ڦٽ لعنت ڪرڻ ۽ رات جو پڳهر سان پريل جسم منهنجي حوالي ڪري ڏيڻ ۽ پوءِ پاسو ڦيرائي بي خبري جي ننڊ سمهي پوڻ. ٺيڪ آهي محفوظ, سنئين سڌي ۽ سادي سودي زندگي جو هڪ ٻيو باب پورو ٿيو.

آءٌ شروع ۾ هن جي بد مزاجين ۽ زناني جهاليت جي سبب ڪجهه پريشان ضرور ٿيس. پر بعد ۾ اُن جو عادي ٿي ويس. هاڻ ته مون کي هن تي قابو پائڻ ۾ اُهو لطف اچي ٿو جيڪو هڪ شهسوار کي سرڪش گهوڙي تي سواري ڪرڻ ۾. هر عورت وانگي زيور ۽ لباس, هن جون به ڪمزوريون آهن. جنهن لاءِ پوڳٽو مون کي پوي ٿو. هن جي گلي ۾ هي جيڪو چاليهه گرامن جو منگل سوتر نظر اچي رهيو آهي اُنجي لاءِ مون کي تمام وڏين ذلالتن مان گذرڻو پيو آهي. صاحب جي اڳيان پيچ لٽڪائو ٿي مٿين ڪمائي واري ڪرسي ڦٻائڻي پئي. اُن جي لاءِ گپتا سان هميشه جي لاءِ دشمني ڪرڻي پئي. پوءِ ريئي ٻن رپين جي حقير رقم لاءِ ڪڏهن هن جي ته ڪڏهن هُن جي گلي تي ڇري ڦيريندو رهيس. اهو نه سمجهوته منگل سوتر ملڻ کان پوءِ زال جو حرص گهٽجي ويو. حرص ته عمر سان گڏ وڌندو رهندو آهي. پر ها هوءِ منهنجي حق ۾ ڏاڍي وفادار آهي. مگر ڪير به سوچي سگهي ٿو ته, جنهن عورت جو جسم ساٺ ڇڏي چڪو هجي, ٻين مردن کي مسحور ڪرڻ ۽ ڇڪڻ جو هنر وڃائي چڪي هجي اُها پنهنجي مرد جي حق ۾ وفادار نه رهي ته ڇا ڪري؟

آءٌ پهرين ئي عرض ڪري چڪو آهيان تہ محبت يا وفاداري انسان جي آخري مجبوري جو نالو آهي. زال کي دنيا ۾ صرف ٻن شين سان بي حد پيار آهي. زيورن سان ۽ ببلو سان. ببلو اسان جو ستن سالن جو ڇوڪرو آهي. ماڻهن جي خيال ۾ هو ڏاڍو خوبصورت آهي. مون سان هن جي ڪا بہ مشابهت ڪانهي. هن جو رنگ ڳورو ۽ اکيون ننڍيون آهن. آءٌ ايترو خوبصورت ڪٿي آهيان؟ منهنجي زال جو خيال آهي تہ هو وڏو ٿي رچرڊ برٽن جي طرح ڏسڻ ۾ ايندو. نہ نہ منهنجي زال جو رچرڊ برٽن سان ڪهڙو تعلق؟ ڪٿي هي ۽ ڪٿي هو؟ پر ها. مون هن کي "بيڪٽ" ڏيکاري هئي تڏهن ببلو هن جي پيٽ ۾ هو. زال کي رچرڊ برٽن ڏاڍو وڻيو هو. مون کي ياد بہ آهي، اُن رات هوءَ وڏي جوش ۽ خروش مان مون کي ڇهتي منهنجو منهن چٽي رهي هئي.

ببلو ستن سالن جو ٿي چڪو آهي مگر زال هاڻي بہ هن کي گود ۾ ويهاري کارائيندي آهي ۽ ڇاتي سان لڳائي سمهاريندي آهي. تمام گهڻو پيار ڪندي آهي ببلو کي. بعض اوقات هوءَ ببلو جو منهن ايترا پيرا چمندي آهي جو منهنجي اندر هلڪي رقابت جاڳڻ لڳندي آهي. مون "بيڪٽ" کان پوءِ زال کي رچرڊ برٽن جي ٻي ڪا فلم ناهي ڏيکاري. هوءَ اڪثر چوندي آهي: "منهنجو ببلو وڏو ٿي اداڪار بنبو." آءٌ ڪجهہ کو نہ چوندو آهيان. منهنجي ماءُ بہ ننڍپڻ ۾ منهنجي ڊاڪٽر بڻجڻ جو خواب ڏسندي رهندي هئي. سواءِ خواب ڏسڻ جي ماڻهو جي اختيار ۾ آهي بہ ڇا؟

دنيا جي ٻين زالن جي طرح منهنجي زال کي بہ منهنجي خاندان وارن سان بي حد نفرت آهي. خصوصن منهنجي چاچي ۽ اُن جي گهروارن سان. بابا جي موت کان پوءِ چاچا ۽ اُن جا ٽي پٽ سالن کان ٽئل قتل گهر جي لاءِ مون سان ڪيس وڙهندا رهيا. هڪ ڏينهن اُنهن مون کي غنڊن کان مار بہ ڪيرائي هئي. پر رشتا ڪٿي ختم ٿين ٿا. رشتا تہ زندگي جو بوجهہ آهن. جن کي انسان پوري عمر ڍوئيندو رهي ٿو. اهو ٿي سگهي ٿو تہ ڪنهن موڙ تي توهان ٿڪي ساهي پٽڻ جي خاطر، ٿوري دير لاءِ اُن بوجهہ کي لاهي رکو. مگر وري اُن کي کڻي اڳيان وڌڻو پوندو آهي، ايستائين جو توهان

پنهنجي قبر جي منهن تائين پهچي ويندا آهيو. زال منهنجي خاندان وارن کان پوءِ منهنجي دوستن کان گهڻي نفرت ڪندي آهي. مگر مون کي اُهي سڀ دوست تمام سٺا لڳندا آهن. انسان بغير زال جي، بغير خاندان جي زنده رهي سگهي ٿو مگر توهان بغير دوستن جي زندگي جو تصور ڪري سگهو ٿا؟ شايد نه.

هي سڀ دوست جيڪي هن تصوير ۾ منهنجي آسپاس بيٺل آهن، انهن سڀني سان منهنجي گهري دوستي آهي. پر مان ڄاڻان ٿو ته اُنهن مان گهڻا ته ڪنهن نه ڪنهن غرض جي ڪري مون سان لاڳاپيل آهن. گهڻا اُهي آهن جن سان آءٌ پنهنجي مطلب برادري جي ڪري جڙيل آهيان. غور سان ڏسو! هر دوستي جو بنياد ڪنهن نه ڪنهن غرض تي ئي ٻڌل نظر ايندو. شايد دوستي به انسان جي بيشمار ضرورتن مان هڪ آهي.

ماءُ، زال، پيءُ، عزيز، رشتيدار، ڪيترا سايا منهنجي چوگِرد گهمي رهيا آهن. آءٌ هڪ آئينو بڻجي ويو آهيان. جنهن ۾ ٻين جا عڪس مڪس ٿي ويا آهن. عڪسن جي هن هجوم ۾، پنهنجي ذات جي تلاش جي اڻ ٿڪ ڪوشش مون کي ڇڪا چور ڪري ڇڏيو آهي.

آءٌ هڪ سعادتمند پٽ آهيان، وفادار مڙس آهيان، شفيق پيءُ آهيان، پاءُ آهيان، دوست آهيان يعني آءٌ جو ڪجهه آهيان، ٻين جي ڪري آهيان. آءٌ خود ڪٿي ڪجهه به ناهيان. ڪڏهن ڪڏهن مون کي لڳندو آهي ته منهنجي هستي هڪ اهڙو ڪتاب آهي. جنهن جو مان صرف عنوان آهيان، پنا اُٿلائي ٿڪي پوان ٿو پر اندر عنوان سان لاڳاپيل هڪ اکر به نٿو ملي.

* * *

# ستارن پويان ٻه ٽند ڙ شخص

## ڊيرينڪ ڊيمرشين

اُهي هٿ،
جنين هي لکيو هڪ ڏينهن،
مٽي ۾ ملي ويندا،
پر ڪتاب،
هر نسل،
هر دور ۾،
زندهہ رهندو!

گل روشنيون هئا ۽ ميوا قيمتي پٿر. اهڙي طرح هو دنيا کي تصور ڪندو هو. بادشاهن شهزادن ۽ عام ڳوناٽن جون ديو مالائي ڪهاڻيون، جيڪي هن جي ڏاڏي کيس ٻڌائيندي هئي، اُنهن ۾ ذڪر ڪيل پکي، جانور هن جي آڏو زندهہ روپ وٺي بيهندا هئا. اُهو ئي سبب هو جو پهاڙ هن کي وان ندي جيان سرڪش محسوس ٿيندا هئا.

”ڏس!“ هورڙيون ڪري چوندو هو ”شينهن تي ٻارڙو چڙهيو وڃي!!“

”ڪٿي!؟“ هن جي چوگرد ويٺل شاگرد سوال ڪندا هئا.

زوارت پٿرن جي ڍڳ ڏانهن اشارو ڪري چوندو هو ۽ ڪلي ڏيندو هو.

شاگرد هن جو پيڇو ڪري کيس بيوقوف بنائڻ جي سزا ڏيڻ چاهيندا هئا. هو جبل ڏانهن مڙي گلن جي خوشبوءِ سنگهڻ لاءِ گهڙي کن رڪندو هو تہ هو کيس جهلي وٺندا هئا. اُن کان اڳ جو هو کيس مارڪين، هو گل پٽي، وٺندو هو ۽ کلي چوندو هو: ”هو ڏسو! پادري ديول ڏانهن وڃي رهيو آهي“. ۽ ائين چوندي گل کي ائين پنهنجي هٿن ۾ ڦيرائيندو هو جو

ٻارڙا اڳيون ڳالهيون پلجي ڪلي ڏيندا هئا.

”هن ۾ ڪهڙو جادو هو؟“ ٻارڙا پاڻ ۾ سرگوشيون ڪندا هئا. هو پهاڙن جي چوٽي تي زوارت جي چوگرد دائرو ٺاهي ويندا هئا.

”آءُ لڪ جو پاسو وٺي هلي رهيو هوس.“ هو قصي جي شروعات ڪندو هو ”تہ اوچتو جل ديوي ندي جي مٿاڇري تي ترندي سڏ ڪيو: ”زوارت مون وٽ اچ.“ آءُ هن وٽ ويس ۽ هوءَ مون کي پاتال ۾ وٺي ويئي. اُتي ڪافي محلات هئا. سڀئي قيمتي پٿرن مان ٺهيل هئا ۽ هيرن جواهرن سان جڙيل هئا.“

”تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين!“ اُنهن مان ڪو هڪڙو ٻارڙو چئي ڏيندو هو ۽ مٿس ٺونشو اُلاريندو هو. خطرو محسوس ڪندي زوارت پڇڻ شروع ڪندو هو ۽ ٻارڙا هوڪرا ڪندي هن جي پويان لڳندا هئا.

گهر ۾ هو مائٽن ۽ محلي ۾ هو پاڙيسرين کي يقين ڏيارڻ جي ڪوشش ڪندو هو تہ، ”هن سونن اُٺن سان پريل گاڏي ڏٺي جيڪا لڪ جو پاسو وٺي پئي هلي. هڪڙي اُٺ جي پٺي تي باندر ويٺل هو جنهن جي هنج ۾ هڪڙو زمردي ڪڪڙ هو. گاڏي هڪليندڙ اُٺ کي سونو جبو پاتل هو ۽ اُن اُٺ تي هڪڙي چنڊ جهڙي ڇوڪري براجمان هئي جنهن جي وارن ۾ گلن جي پنکڙين جي چوٽي ٺيل هئي“.

جيئن ئي هو اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ لڳندو هو. هن جا وڏڙا هڪ ٻئي ڏي نهاريندا هئا ۽ ڪنڌ لوڏي چوندا هئا.

”ٻارڙا شل خدا توکي معاف ڪري!“

رات ڳوٺ، پهاڙن جي چوٽين ۽ باغن تي پيلاڻ ڦيري ڇڏيندي هئي.

زورات پوڙهي پاڙيسري سان گڏ اگهور ننڊ ۾ سمهي پوندو هو.

پوڙهي سيندوخت هن جي ماءُ کي ڏک مان چوندي هئي: ”امان تنهنجي پٽ جي دماغ ۾ ڪو خلل ضرور آهي.“

درويش گوديشو جيڪو سدائين خدا جو خوف من ۾ رکي جيئندو هو پڻ هن جي ماءُ کي چوندو هو ”هن کي ديول موڪلي ڏي.“

زوارت جي عجيب و غريب حالت تي سندس ماءُ جي ننڊ ڦٽي ويئي ۽ سندس پي سخت پريشان رهڻ لڳو.

۽ اڄ کان هزارين سال اڳ هڪ خاموش شام جو جڏهن تڏيتن جي ڏارن ۾ چرچر ڪري رهي هئي. زوارت جي مائٽن هن کي مقدس ديول ۾ موڪلڻ جو فيصلو ڪيو.

........

زوارت جيئن ئي گاڏي ۾ وينو تہ سندس نظر پروهتن تي پيئي، جن کي ارتوار جو لباس پهريل هو. هن کي اُنهن مان هڪڙو ائين لڳو جڻ چيتي جي کل ۾ ڪو ماڻهو هجي. زوارت ڏاڍيان کلي ڏنو ۽ چيو ”ڏسو! چيتو ديول ڏانهن وڃي رهيو آهي.“ پروهت هن جي ڪن مهٽ ڪئي ۽ سندس پيءُ ڏانهن گهوري نهاريو. زوارت جي ماءُ جي اکين مان لڙڪ وهي هليا.

زوارت گاڏي ۾ پنهنجي چاچي، مانڪ جي پرسان ٿي وينو. چاچس وانگ سندس هٿ ۾ڏني. زوارت ڏاند گاڏي هڪليندي هڪڙي ڏاند ڏانهن اشارو ڪندو چيو ”ڏس چاچا ڍڳي جي اک ۾ رات ٿي ويئي آهي“.

سندس چاچي مانڪ کلي ڏنو.

جڏهن ڏاند گاڏي سرنگهہ مان لنگهڻ لڳي تہ سندس چاچي مانڪ جهونگارڻ شروع ڪيو.

هڪڙو تارو سمنڊ جي مڇي تي ٿي پيو موهت،
افسوس جو ماڻي نٿي سگهيا خوشيون،
مڇي آسمان ۾ تاري وٽ اڏامي
نٿي پهچي سگهي.
۽ تارو پاڻي ۾ ٽپو ڏيڻ سان
اُجهامي فنا ٿي سگهيو ٿي.

زوارت هن ڏي گهوري نهاريو ”چا تارو مڇي کي تمام گهڻو پيار ڪندو هو؟“

”ها“ چاچا مانڪ شوڪارو پريندي چيو.

”ايڏي پيار جي باوجود بہ تارو مڇي وٽ هيٺ لهي نہ آيو؟“

”نہ منهنجا پٽڙا“

”چا آسمان تمام گهڻو مٿي هو؟“

”ها.“

جڏهن گجندڙ آبشار پهاڙن مان سرنگهون ناهي ٿي سگهيا، ۽ پهاڙن جي ٻنهي پاسن کان پنهنجو رستو ڪڍي ٿي سگهيا، ته پوءِ مچي چو نٿي آسمان تائين پهچي سگهي؟ هن کي اُن تي ڏاڍي حيرت ٿي.

وادي ٻن پهاڙي سلسلن ۾ ڦهليل هئي. ڪاري ديول وادي ۾ ڇت جيئان ڪڙي ٿيل هئي ۽ هيٺ دنيا ڏي شوخ ۽ جادوئي نظرن سان نهاري رهي هئي. اُنجا اوچا گنبذ آسمان سان ڳالهيون ڪري رهيا هئا.

زيارتين جو ٽولو گيٽ تي ميڙ ناهيو بيٺو هو. زوارت ديول جي ديوارن ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ هن اشارو ڪندي چيو ته "بابا ڏس! هو ڏس! ڪير اُتي ڏاڙهون جهليو بيٺو آهي؟"

"ڪٿي؟"

"اوهتي."

هنجي پيءُ ۽ زيارتين پڳل پٽ ڏانهن نهاريو. زوارت جي تصوراتي خاڪي ۾ پٿين ۾ پيل ڏار جڻ ماڻهن جون مختلف شڪليون هيون. هو خوشي مان ڦوليو نه سمايو "هو ڏسو تير انداز!"

ماڻهن کي ڏاڍو ڏيپ محسوس ٿيڻ لڳو ۽ هو زوارت کي رحم ڀريل نظرن سان ڏسڻ لڳا. هو پنهنجا هٿ لوڏي سمجهائي رهيو هو "ڏسو هو هرڻ کي ڏاڙهون ڏيئي رهيو آهي!"

زيارتي ڏڄندي اُتان لنگهيا. زوارت جي ماءُ روئي ڏنو. زوارت جي پيءُ بنا ڪجهه ڳالهائڻ جي ڪيس آڻت ڏيڻ لاءِ سندس هٿ دٻايو. پادري اُنهن تي مرڪي ڏنو.

پادرين مان هڪڙي وڏي پادري کي آهستي چيو "فادر هن کي سدائين غيبي شيون نظر اچن ٿيون. ائين ٿو محسوس ٿئي جڻ هو وڏي آواز خواب ڏسي رهيو هجي."

"اسان کي خدا کان رحم جي دعا گهرڻ گهرجي." پادري پڙ پڙ ڪئي.

هر ڪنهن کي ڇوڪري لاءِ تمام گهڻو دک محسوس ٿيو ٿي. زوارت کي ديول ۾ رهڻو هو. هو خدا لاءِ قربان ٿيڻو هو. هو ڪڏهن به پنهنجو گهر ڏسي نه سگهندو.

عبادت شروع ٿي. ديول مان گھنڊن جو آواز ائين اُٿڻ لڳو جيئن اُن جي ڳچي ۾ ٻڌل گھنڊڙيون وڄنديون آھن. ديول جي گھري رنگ جي ڇت جو اندريون حصو ڪارين سرٽين جي ڦهليل پرن جهڙو لڳو ٿي. اُن جون ڪنڊون اونده ۾ لڪل هيون. مقدس ديول جي قربانگاه واري حصي ۾ جهڪو ٻرندڙ ڏيئو ائين ڦڙڪي رهيو هو جيئن ڪوهيڙي ۾ تارو. ڪارا جبا پاتل راهب عبادت جا اکر اُچارڻ لڳا. ديول جون اونداهيون ڪنڊون ايئن ويڳاڻيون نظر اچي رهيون هيون جيئن مئل ماڻهن جون اکيون.

زوارت ڏاڍو مايوس هو. هو بيٺو رهيو ۽ مسلسل هيٺ فرش ۾ نهاريندو رهيو. هن پوري عبادت جي دوران مٿي نظرون ڪڻي نه نهاريو.

عبادت پوري ٿي. زوارت کي قربان گاه ڏانهن نيو ويو. هن پنهنجي اڳيان فريم ۾ مئل ماڻهو جو پوائنٽو چهرو ڏٺو. هن جي ڏاڙهي بوزان ۽ هٿن جي آڱرين جون هڏيون وڌيل هيون. هن جي هڪ اک ۽ هڪ ڳل تي اُماڙي جي ڏنپ جو نشان هو. زوارت کي لڳو ته هو ڏانهس وحشيت مان نهاري رهيو هو.

”هن کي چمي ڏي، هن کي چمي ڏي.“ ڪنهن پڙ پڙ ڪئي.

مست ڇولين جو شور هن جي ڪنن تائين پهتو. هن لڙڪن ۾ پڳل آواز ٻڌو. ڪوئي چئي رهيو هو ”او منهنجا پيارا پٽ منهنجا غريب زوارت!!“

زوارت پنهنجيون اکيون کوليون. هو ڪٿي هو؟ ڇا ٿي رهيو هو؟ هن جا مائٽ هن جي پرسان وينا هئا. هن جي ماءُ سڏڪا ڀريندي پنهنجو منهن گوڏن ۾ هٽي ڇڏيو هو. زيارتي هن جي چوگرد گهيرو ناهي وينا هئا. سفيد ڏاڙهي وارو بزرگ زوارت جي پيراندي کان وينل هو ۽ هن ڏانهن سنجيدگي مان نهاري، کيس اچو جبو پاتل اُن بزرگ جي ياد ڏياري رهيو هو، جيڪو آسمان ۾ نيرن ڪڪرن تي اُڏامي رهيو هو ۽ جنهن کي هن ديول جي ڇت تي ڏٺو هو.

شام ڏاري زوارت جا مائٽ ۽ زيارتي ديول کان روانا ٿيا. هاڻ زوارت اُداس ديول ۾ سرد ستارن هيٺ اڪيلو رهجي ويو. ڪو به آواز نه هو جيڪو سانت کان ٿوڙي سگهي. ديول ۾ قبرستان جهڙي خاموشي هئي جنهن ۾

ننڍڙي پوپٽ جهڙو زوارت زندهہ دفن ٿيل هو.

هن جا مائٽ ۽ ڳوٺاڻا واپس گهر پهچڻ لاءِ سفر تي نڪري چڪا هئا ۽ وادي ۾ ڦهليل ڏنڌ ۾ گم ٿي ويا هئا. زوارت اُداسائي ۽ نراسائي مان وادي ڏانهن نهاريو ۽ هڪ وڏو شوڪارو پريو. هڪ شاگرد کيس پادري جي آرام گاهہ ۾ وٺي ويو ۽ کيس ٻڌايو تہ هن کي زمين تي رڍ جي کل مٿي سمهڻو پوندو. پادري ديول ۾ ٻرندڙ ڏيئي جي پرسان ويهي زور سان ڪاري چمڙي جي جلد واري ڪتاب کي پڙهي رهيو هو. زوارت رڍ جي کل تي ويهي اُتان ئي پادري کي ٽڪ ٻڌي نهارڻ لڳو. پادري صفحو اُٿلايو ۽ زوارت جي نظر سج جي تجلي ۾ گلن جي هار تي ٽڪي پيئي.

گلن جي نظاري کي پسي هن جي دل ڀرجي آئي. هن جي اکين آڏو پنهنجي اباڻي ڌرتي جي وادين ۾ ڦهليل گل تري آيا. هن جيون اکيون ڳوڙهن سان ڀرجي اُٿيون. هو مون کي ڇا جي لاءِ هتي هڪ اجنبي ۽ اُداس ديول ۾ ڇڏي ويا هئا؟ هو ڪڏهن مون کي واپس گهر وٺڻ لاءِ ايندا؟ ڇا آءُ ڪڏهن بہ ٻيهر پنهنجي ماءُ پيءُ ۽ دوستن کي ڏسي نہ سگهندس؟ ڇا هنن سڀني مون کي تياڳي ڇڏيو آهي؟ زوارت اِهو سوچيندي زور سان رئڻ لڳو.

اُن رات هن کي ڏاڍو بخار ۾ سيءُ لڳو. هن جا ڪن وڄي رهيا هئا. هن جي اکين آڏو گلن پويان گل جهومي رهيا هئا. هن پنهنجي خشڪ چپن کي تر ڪرڻ لاءِ گهڻو ئي پاڻي اوتيو پر هن جي اُڃ اُجهامي نہ سگهي. جيئن جيئن هن پاڻي پيتو ٿي تيئن تيئن هن جي اُڃ ويئي ٿي وڌندي. زوارت ڪافي ڏينهن تائين بي هوش رهيو. پادري هن جي نهايت شفقت ۽ پاٻوهہ سان تيمارداري ڪئي.

نيٺ هڪ ڏينهن هو هوش ۾ آيو. هن اکيون کوليون ۽ پنهنجي پيشاني تان پگهر اُگهيو. شاگرد هن کي رٻ ۽ چشمي جو تازو پاڻي آڻي ڏنو.

زوارت هاڻ چڱو ڀلو ٿي ويو هو. پر هڪ اڻ ڪٿ پيڙا هن جي اندر جي شڪتي کي مسلسل کائي رهي هئي.

ديول جي چوگرد کليل ميدانن ۾ بهار جي آمد ۽ مست هوائون کيس پنهنجا اباڻا پڊ ۽ يار دوست ياد ڏياري رهيون هيون. هڪ نيري ڪاري رنگ جو ڊگهو پهاڙي سلسلو جيڪو سندس ڳوٺ تائين ڦهليل هو جتي

ابابيل اُڏامَا ٿي، جتي ڪڪر پکين جيان هليا ٿي، جن جي ڪنڀن تي پورين دوشيزائن سواري ڪئي ٿي.

زوارت ڪلاڪن جا ڪلاڪ ديول جي پٺ کي ٽيڪ ڏيئي پنهنجي اباڻي ڳوٺ جي طرف آسونديڻ اکين سان تڪيندو رهندو هو.

شفق جي لالاڻ هن کي ندرا جي آغوش ۾ ڪٺي ويئي. شاگرد گن ڪيانوس هن کي ديول جي ديوار سان ٽيڪ ڏيئي ستل ڏٺو. هو ڪيس واپس غفا ۾ وٺي ويو.

سردي ۾ جڏهن برف ديوارن جي ڏارن ۾ ڪبوترن جيان ڄمندي هئي، تہ زوارت کي هڪ جيڏن سنگتين سان ڪيل رانديون رونديون ياد پونديون هيون ۽ هو پاڻ کي اُنهن جي وچ ۾ محسوس ڪندو هو. اُن کان پوءِ هو پنهنجي غفا ۾ واپس موٽي ايندو هو، جتي ندرا هن کي گود وٺي ڇڏيندي هئي.

گن ڪيانوس نرم دل جو نوجوان هو. هن کي زوارت جي حالت تي ڏاڍو رحم ايندو هو. هوريا هوريان هو ساڻس گهرو ٿيندو ويو.

راهبن جون گهوريندڙ اکيون ڏسي هو ڄمي برف ٿي ويندو هو ۽ اُن وقت هو گن ڪيانوس ڏانهن نظرون کڻي همدردي لاءِ واجهائيندو هو. فقط هو ئي هڪڙو اهڙو هو جيڪو ڪيس حوصلو ڏياريندو هو ۽ سندس دل رکندو هو.

شام جي وقت ۾ زوارت رڍ جي کل تي ليٽي پوندو هو. پادري کي تڪ ٻڌي پيو ڏسندو هو جيڪو پنهنجون ڪل راتيون عمدي ۽ ريشمي ڪپڙي تي لکندي گذاريندو هو. ”هو ڇا لکندو هو؟ هن جا ڪهڙا خيال هئا؟“

پادري بيشڪ هن لاءِ اجبي هو. هن جي خاموشي ۽ ڪم ۾ لڳاءُ ۽ اورچائي زوارت جي من ۾ هن لاءِ دلچسپي پيدا ڪئي. ”هو اصل ۾ ڇا هو؟“ هن کي پادري بابت جيڪا بہ ڄاڻ هئي اُها گن ڪيانوس جي ئي ڏنل هئي. دنيا تياڳڻ کان اڳ هو هڪ فلاسافر ۽ آرڪيٽيڪٽ هو. هن مقبرا، اسڪول ۽ قلعا جوڙيا هئا ۽ جڏهن هن جو جسم ڪمزور ٿي پيو تہ هن راهب جي حڪم تي فلاسافي لاءِ پنهنجو پاڻ کي ارپي ڇڏيو. هن جي پائرن سندس انهي عمل کي پسند نٿي ڪيو. هنن چاهيو ٿي تہ هو زماني

جي مسئلن سان ڳنڍيو رهي ۽ نہ ڪہ روح جي مڪتي لاءِ سوچيندو رهي.

گن ڪيانوس جي ڳالهين زوارت جي لاشعور جي دري کي کوليو. پڙهڻ وقت جڏهن هو ٻيئي پاٽولي ماري پادري جي اڳيان ويهندا هئا، تڏهن زوارت پنهنجون ويڪريون اکيون عقلمند پوڙهي تي کپائي ڇڏيندو هو ۽ هڪڙو اکر رهجي وڃڻ تي بہ ڏاڍو ڏپ ٿيندو هئس. شروع شروع ۾ هن کي سندس خطبو عام زندگي کان ڪٽيل ۽ دلچسپي کان خالي لڳندو هو ۽ سمجهڻ ۾ بہ ڏکيو لڳندو هو. پر تڏهن بہ هڪ ڳالهہ بنهہ صاف هئي تہ هن جا خيال ايترا اونهان ۽ اٿاهہ هئا، جيتري سمنڊ جي گهرائي. ۽ اُنهن کي سمجهڻ ايترو مشڪل هو، جيترو سمنڊ جي شور تي غلبو پائڻ. انهي جي باوجود زوارت پوڙهي کي نهايت دلچسپي مان ٻڌندو هو.

غفا جي ديوارن کان ٻاهر قدرت جي بي انت دنيا ۾ جادو جيان پاڻ ڏي ڇڪيندڙ مستي جاري هئي. آسمان جي روشني پهاڙن ۽ وادين کي منور ڪيو ٿي، ۽ پکي آسمان ۾ اُڏاڻا ٿي. ڌرتي پنهنجو سڀ کان وڏو ڏهاڙو ملهائي رهي هئي. "تخليق جي خوشي."

زوارت ۽ گن ڪيانوس پنهنجي سبق تي اکيون کپايو ويٺا هئا. پادري پنهنجين لڪٽين ۾ گم هو. هڪڙي ماکي جي مک ڀُون ڀُون ڪندي غفا جي ڪليل لنگهہ کان سج جي ڪرڻن ۾ وهنجندي اُنهن جي ويجهو آئي، ۽ منجهن جيون جون خوشيون اوتي ويئي.

اوچتو ڪرٽو گم ٿي ويو. زوارت اکيون مٿي ڪنيون. هن ٻني وٽ هڪڙو ماڻهو بيٺل ڏٺو. هو هيٺ نميو ۽ غفا ۾ اندر داخل ٿيو. زوارت جيئن ئي هن ڏي نهارڻ جي ڪوشش ڪئي تہ سندس وار اُڀا ٿي ويا. هو اُن کان پوءِ پادري جي ويجهو آيو ۽ کيس هڪ ڪتاب ڏنائين.

گن ڪيانوس ۽ زوارت پنهنجو ڪنڌ ورائي ڪتاب کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي. پادري ڪتاب کوليو. هر صفحي تي گل ڪاري ٿيل هئي. اُن ۾ ڪافي عمارتن ۽ ديولن جون تصويرون هيون. ڌگهو ماڻهو ڪتاب جا ورق اُٿلائي اُن بابت سمجهاڻي ڏيندو رهيو. زوارت اندازو لڳايو تہ اهي تصويرون شايد اُن ڌگهي ماڻهو جون ئي ناهيل هيون.

پادري ڪتاب لکيو. ٺيڊ عمارتن جون تصويرون ٽريس ڪيون.

گن ڪيانوس زوارت جي ڪن ۾ پٽڪيو.

پادري ڪتاب بند ڪيو ۽ ٿڌو شوڪارو پريندي چيو. ”مون پنهنجو فرض ادا ڪيو“، ائين چوندي هو گنڀير ٿي ويو. ”مون پنهنجي زندگي جو ڪم پورو ڪري ورتو. هاڻي آءٌ خدا وٽ صاف دل ۽ شفاف ضمير سان وڃي سگهان ٿو“.

ڪلاڪارٽيڊ پوڙهي جو هٿ چميو ۽ ٻاهر نڪري ويو. پادري زوارت ۽ گن ڪيانوس تي بزرگانه انداز ۾ مرڪي ڏٺو. هو اُنهن جي آڏو زور سان پنهنجي ڪتاب کي پڙهڻ لڳو. هو پڙهڻ ۾ ايڏو محو ٿي ويو جو هن کي آسپاس جي ڪا سمجهه ٻوجهه به نه رهي.

”ڪائنات ۽ تخليق جو ڪارج....“

هن صفحو اُٿلايو ۽ اُتساهه مان پڙهندو ويو. ”شهرن جي تعمير، تقريرن جي تعمير، خيالن جي تعمير....“

هن آسمان ڏي نهاريو، زمين ڏي نهاريو ديول جي ديوارن ڏي نهاريو. هن اُنهن سان ڳالهايو. هن ماڻهن جي دماغ ۽ عقل بابت اُنهن سان ڳالهايو ۽ اُنهن کي تعمير جي قائدن بابت واقف ڪيو.

زوارت جي خيالن ۾ آڳ پڙڪي اُٿي ۽ هن جي ذهن ۾ عجيب ۽ حيرت ۾ وجهندڙ تصويرون سرجڻ لڳيون. ڪوڙرون هٽندڙ جاننا ۽ سخت جان رازا، جن جي هٿن پهاڙن جي چوٽين تي ديوارون اڏيون ٿي ۽ وڏا ديو جيڏا شهر جوڙيا ٿي، جن جا گنبذ آسمانن ۾ ٻڏل هئا ۽ جن جا درخت جبلن جي ڏارن ۾ لڏيا لميا ٿي.

”قدرت اڻ ڪٽ پورهيو ڪري ٿي. وڻ اُپائي ٿي. اُنهن کي وڏائي ويجهائي ٿي. زمين جا ٻارڙا توهين پڻ تخليق ڪار آهيو. توهين پنهنجي پورهيئي سان پيار ڪريو ٿا. تخليق ۽ پورهيو ٻيئي مقدس شيون آهن....“

”ظلم فناتي وڃي ٿو، تاج ۽ بادشاهه ناس ٿي وڃن ٿا، پر پورهيئي جو ڦل سدائين رهي ٿو...“

نرالي شخص جي چهري تي ڪئين ريکائون اُڀري رهيون هيون. هو هاڻي اُهو شوخ راهب نه پر ڌرتي جو ڄائو لڳو ٿي، جيڪو شاندار ۽ خوبصورت تصويرن جو خواب لهي رهيو هو. غفائن جون ديوارون ڦهلي

رهيون هيون ۽ زوارت کي اُنهن جي پويان لامحدود دنيا ڏيکائي ڏيڻ لڳي ۽ هي دنيا - جنهن ۾ پکين پنهنجا گرم گرم آکيرا جوڙيا هئا ۽ ماکوڙيون جيڪي اٽڪ پورهيو ڪنديون هيون، هن کي عظيم ۽ شاهڪار عمارتن جيان لڳيون جن جي گنبذن آسمان کي ڇهيو ٿي، جنهن جي مٿان سج اُڀريو ٿي. هن جي آڏو اُڀا جبل ۽ اُنهن کي ڇيري نڪرندڙ درخت ڦرڻ لڳا.

زوارت جي بي آرامي وڌي ويئي. هن جي رات جي ننڊ ڦٽي پيئي هئي. هن جو روح هڪ اڻ ڄاتل اُڃ سبب تڙپي اُٿيو. هن کي اها خبر ئي نٿي پيئي ته ڪنهن هن جي اندر کي پيڙا ۾ اُڇليو هو ۽ نه ئي هن ڄاڻڻ چاهيو ٿي.

گن ڪيانوس زوارت ڏانهن ڏٺو ۽ هن کي سمجهه ۾ نه آيو ته هو سندس ڪيئن ۽ ڪهڙي مدد ڪري سگهيو ٿي.

زوارت پنهنجي دوست ڏانهن پيڙا مان نهاريو "منهنجو دماغ ايترو ڪمزور ٿي چڪو آهي جو آءٌ پنهنجو پاڻ کي نٿو سمجهي سگهان".

"صبر ڪر خدا توتي ٻاجهه جو هٿ ڦيريندو ۽ پوءِ تون سڀ ڪجهه ڄاڻڻ لڳندين."

"هن جي رحمت ۾ ڇا آهي؟"

"خدا توکي نعمتن سان نوازيندو ۽ توکي عقل عطا ڪندو."

"خدا ڇا آهي؟"

گن ڪيانوس خود به ان راز کي پائي نه سگهيو هو ۽ سندس ڄاڻ ان معاملي ۾ نه هئڻ برابر هئي. پادري هن کي ٻڌايو هو ته "خدا جي رحمت روشني جيان آهي".

"روشني؟" زوارت کي اهو ٻڌي ڏاڍو ڀيئو ٿيو. "پر جيڪڏهن هوءِ رات جي ڪاراڻ ۾ جڏهن هيڪلائپ ڇانيل هجي، ظاهر ٿئي ته پوءِ ڇا ٿيندو؟" زوارت جيئن ئي اُن تي سوچڻ شروع ڪيو سندس بي آرامي وڌندي ويئي.

هو ديول جي ٻاهر چڪر لڳائڻ لڳو ۽ خيالن ۾ گم ٿي ويو. پهاڙن جون چوٽيون، چشما، گل سڀ سج جي پر بهار روشني ۾ وهنجي رهيا هئا. زوارت کي لڳو ته اُهي سڀ عقلمند ساهوارا هئا. هن کي لڳو ته هو اُنهن

سان مخفي ٻوليءَ ۾ ڳالهائي سگهيو ٿي. هن اُنهن کي هر هنڌ ڏٺو هو. ديول ۾، ڪکرن ۾، اوندهه ۾، اُهي حرڪت ۾ آيا ۽ هن جي آڏو ماڻهن جو روپ ورتائون. اُنهن هن سان ڳالهايو. گڏجي ٿهڪ ڏنا ۽ پويان اچڻ جو چيائون.

زوارت ياد ڪرڻ لاءِ هوا ۾ اُنهن جو خاڪو ٺاهيو پر اُهي هن جي اکين کان اوجهل ٿي ويا ۽ پويان رهجي ويا فقط لفظ- جيڪي هن جي ڪنن ۾ گونجڻ لڳا. هن جي ڪنن ۾ ڪجهه دير تائين اُنهن جي گونج باقي رهي ۽ اُهي بہ گم ٿي ويا. ۽ وري هن جي آڏو هڪ پيرو پهروڪو منظر ڪر کڻي اُڀري آيو.

زوارت جي بي آرامي وڌي ويئي. هو ڏاڍو اُداس هو. هن ڄاڻڻ چاهيو ٿي ۽ اُهو سڀ ڪجهه جيڪو هن وٽ نہ هو پائڻ چاهيو ٿي.

هو ديول ۾ اڪيلو ئي ويٺو رهيو ۽ خاموشي سان ٻڌندو رهيو. رات سوڙهي دريءَ مان داخل ٿي اندر ليئو پائڻ لڳي. اندر ڏاڍي اُداسي ڇانيل هئي. جبل جي ڦارن مان ڦٽي نڪرندڙ بي آرام آبشار گرجي رهيا هئا ۽ واديءَ ۾ رات جي پکين جي روح جي پاتال مان اُڀرندڙ رڙيون آسمان ڏاري رهيون هيون.

اچانڪ اوچيون ديوارن هڪ ٻئي کان جدا ٿيون ۽ ڪو اجنبي اندر داخل ٿيو. اهو زوارت هو. هن کي ايڏي حيرت نہ ٿي. هن پنهنجو روپ اڪثر ماڪ ڦڙن ۽ وهندڙ جهرڻن ۾ ڏٺو هو. نئين روپ ۾ هنجيون اکيون موتين جيان ٻري رهيون هيون. زوارت کي اُن روشنيءَ جي چمڪ کان ڏاڍو ڊپ ٿيو.

هو پنهنجين اکين ۾ ٻيهر ڏسڻ جي همت ساري نہ سگهيو. پر هڪ اڻ ڏٺل قوت کيس ائين ڪرڻ تي مجبور ڪيو. هن نيٺ پنهنجيون اکيون مٿي کنيون ۽ خوف وچان ڏڪي ويو ۽ فرش تي ڪري پيو.

هو اُتي ڪافي دير تائين بي سرتيو پيو رهيو ۽ اُهو سڀ ڪجهه جيڪي ٿي گذريو ياد ڪري نہ سگهيو. هن محسوس ڪيو تہ هن جو عڪس هن ڏانهن وڌي رهيو هو. زوارت هن جو آواز ٻڌو. اهو نرم ۽ ڪنهن گيت جيترو منو ۽ دل گداز هو. گيت زوارت کي مننڙي لوليءَ ڏيئي سمهاري رهيو هو ۽ لفظ هن جي روح کي سنگيت جي سرور ۾ الوپ ڪري رهيا هئا.

جڏهن هن پنهنجيون اکيون کوليون تہ رات ختم ٿي چڪي هئي ۽ هو غفا جي کڙڪي مان کليو آسمان ڏسي سگهيو ٿي. هڪ اڪيلو تارو رجندڙ سون جيان چمڪي رهيو هو. زوارت جي ڪنن ۾ اڃان تائين سنگيت جا پڙلاءُ ٻري رهيا هئا ۽ هو هڪ پيرو وري اُن سندر خواب ۾ گم ٿي ويو.

جڏهن هن جي ٻئي دفعي اک کلي تہ اُن مهل ابابيل پکي بانس تي ويهي صبح جو گيت ڳائي رهيو هو. اُن گيت هن کي رات جون سرگوشيون ياد ڏيکاريون.

دروازي کان ٻاهر زوارت ديول جي چوگرد چڪر لڳايا. صبح جي ڪرڻن اُپين ٽڪرين تي موجود رات کي نرم ڪري ڇڏيو هو. غفا جي پاسي کان وهندڙ آبشار شور برپا ڪندو اڻ ڄاڻ رستي ڏانهن وڃي رهيو هو. هن اُن ۾ راتوڪو گيت ٻڌو.

هو ٿوري دير لاءِ ترسيو. ”اُهو مسافر ڪير هو؟ ڇا هو پاڻ تہ نہ هو؟ جي نہ تہ پوءِ هو ڪير هو؟“ هن محسوس ڪيو تہ هو راتوڪو سريلو گيت ٻڌي رهيو هو ۽ هن کي اهو بہ محسوس ٿيو تہ هن خود ننڊ ۾ اهو گيت ڳاتو هو ۽ اهو اجنبي مسافر شايد هو پاڻ ئي هو ۽ اُهو هن جو ڪو ٻيو روپ نہ هو.

اُن کان پوءِ هن کي پنهنجن چپن تي ساڳيا لفظ ڇرندي محسوس ٿيا. هن جي اندر ۾ خواهش ڪر کڻي اُٿي تہ هو اُهي لفظ ڏاڍيان جهونگاري ۽ نهايت پاڪائي سان سيني کي ٻڌائي.

هن بيان ڪرڻ شروع ڪيو.

ڪافي راهب ديوار جي اوٽ ۾ ويهہ صبح جي سج ۾ پاڻ کي گرم ڪري رهيا هئا. هنن زوارت کي پهاڙي جي چوٽي مٿي، هوا ۾ هٿ لهرائيندي ڏٺو.

”هو چوٽي تي بيٺو آهي! هو ڪري پوندو.“ ڪنهن راءِ ڏني هن ٻوڙي وڃي ڇوڪري کي هٿ کان جهلي ورتو. زوارت هن ڏي تپيل اکين مان نهاريو. هن جا چپ ڏڪي رهيا هئا.

راهب هن کي باغ ۾ پادري وٽ وني آيا.

”ڇا ڳالهہ آهي ٻارڙا؟ ڇا تون بيمار آهين؟“ هن پنهنجو هٿ زوارت

جي پيشاني تي رکيو. اها تپي رهي هئي. هو ڊگها ۽ تيز ساهه کڻي رهيو هو ۽ پادري ڏانهن ڏنڌلين اکين سان نهاري رهيو هو. پوڙهي سندس مٿي تي هٿ رکيو ۽ نرم لهجي ۾ چيو ”ٻڌاءِ ڇا ڳالهه اهي؟ توکي ڪهڙي ڳالهه پريشان ڪري رهي آهي. منهنجا پٽ؟“

”فادر کي ٻڌاءِ!“ راهبن رڙ ڪئي.

زوارت اُنهن ڏي نهاريو ۽ پادري ڏانهن ۽ پوءِ ڳالهائڻ شروع ڪيو. هن چاهيو ته هو کين اُهو سڀ ڪجهه ٻڌائي، جنهن سندس من ۾ مانڌاڻ مچايو هو. جيئن هو کين اُن خواب ۽ اُن خوبصورت تحفي بابت ٻڌائيندو ويو ته سندس چهرو ٻهڪندو ويو. هن جي لهجي ۾ عجيب بي تحاشا رواني اچي چڪي هئي ۽ هن کي آسپاس جو ذرو به خيال نه رهيو. هو مسلسل ڳالهائي رهيو هو.

”بهار اچي تي ۽ ڌرتي کي جاڳائي تي ۽ وڻن ٽڻن کي وهنجاري تي.
برف جا قطرا پنهنجو منهن کولين ٿا ۽ گلن کي سڏين ٿا.
”جاڳو! اگهور ننڊ مان جاڳو!!
توهان ڪافي ننڊ ڪري چڪا. هاڻ دنيا کي خوشيون ڏيو.
جبل ۽ واديون جيڪي سايون ٿي ويون آهن.
راند کيڏيندڙ ٻار جيان دنيا خاموش آهي،
دنيا خدا جي نور سان پُر ۽ سرور ۾ آهي،
بادام جي وڻن گلابي پوشاڪ پهري آهي.
گلاب پنهنجين پيارين نيرين اکين سان موهي رهيو آهي.
ڌرتي جي هر شئي پيار ۾ محو آهي.
هر شئي ۾ پيار جو واسو آهي.
ماڪ جي ڦڙن ۾ گلاب جي گلن ۾،
۽ سج جي روشني ۾،
پکين جي گيتن ۾،
۽ هر انهي شئي ۾.
جيڪا اُڳي ٿي، سرجي ٿي.
دنيا اُتي ئي خوبصورت.

۽ ٻاجهه پري آهي
جتي پيار جو واسو آهي.“
راهب زوارت کي پنڌ پهڻ جيان ٻڌندا رهيا. هن جي لفظن سندن دلين تي ڪو به اثر نه ڪيو.
اُنهن مان ڪافي هن سان بغض رکندا هئا برادرازر وحشيانه انداز مان چيو ”ٻڌو! هي اُها ڳالهه آهي جيڪا ٻڌڻ ۾ سٺي لڳي ٿي پر هن ۾ ڪا به چڱي ۽ ڪم جي ڳالهه ڪونهي. توهان سمجهيو ته شايد هي پادري جيترو ڏاهو ۽ ڄاڻو هوندو“.
پادري وچان ڳالهايو ”توهين هن کي ننڍو ڇو ٿا سمجهو؟ زوارت جا خيال بنهه واضح ۽ اونهان آهن. هي نوجوان مون کان ڪيئن پيرا وڌيڪ اڪابر ۽ ڏاهو آهي.“
راهب ٻري ڪامي ويا. هنن زوارت ڏانهن حقارت مان نهاريو. زوارت ازر جو حاسدي چهرو ڏٺو جيڪو نفرت سبب بدصورت ٿي پيو هو.
پادري زوارت تي ٻاجهه ڀريو هٿ گهمايو ۽ راهبن کي غفا ۾ وڃڻ جي هدايت ڪئي. هو ڪاوڙ ۽ غصي مان روانا ٿيا. اُنهي ڏينهن کان پوءِ هو کلي طرح زوارت کان نفرت جو اظهار ڪرڻ لڳا. جيتوڻيڪ زوارت کي ايذائڻ ۽ رنجائڻ جو هنن هڪ موقعو به هٿان نه وڃايو ته به زوارت هنن تي ڪڏهن به نه ڪاوڙجندو هو. هو سدائين مرڪي ۽ خاموش ٿي درگذر ڪري ڇڏيندو هو.
”هو اسان کي ڏکيو پئجي رهيو آهي.“ هو ساڙ ۽ نفرت مان هڪ ٻئي سان حال ونديندا هئا، ڇاڪاڻ جو پادري زوارت کي پنهنجي سايي هيٺان رکيو هو.
هن پادري مان عيب ڪڍڻ شروع ڪيا ۽ افواهه اُٿاريا ته هو هڪ پاکنڊي ۽ جادوگر آهي ۽ هڪ شيطاني ڪتاب لکي رهيو آهي، جنهن کي جلائڻ بهتر آهي.
جڏهن اهي افواهه پادري جي ڪنن تائين پهتا ته هن کي ڏاڍو ڏک ٿيو. هن کي پنهنجا ڏينهن ويجها ٿيندي محسوس ٿيا ۽ هن کي پنهنجي زندگي جي ڪيل پورهيئي جو فڪر ورائي ويو. جيڪو روح جي تخليق

بابت هو. ”گن ڪيانوس سادو ماڻهو هو ۽ زوارت نوجوان. هو اهو ڪتاب ڪنهن جي حوالي ڪري؟“ هن کي سيني پاسي ويران بيابان ۾ نـر آسائـي نظر آئي.

هڪ ڏينهن ازر جي اڳواٽي ۾ سڀ راهب پادري وٽ آيا ۽ مٿس زور ڀريو تہ زوارت کي ديول مان نيڪالي ڏني وڃي. ڇو جو هن ۾ شيطان جو روح آهي ۽ سندس موجودگي مقدس ديول جي شان ۾ گستاخي جي مترادف آهي.

پادري ٻاهر باغ ۾ اُنهن سان ڳالهائڻ لاءِ آيو. هن تڏي دماغ مان مقدس ڪتابن مان حوالا ڏيئي کين سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ”توهان جو رحم ڪيڏانهن ويو؟“ هن جو آواز درد سان ڀريل هو. ”توهين هن جي صلاحيتن جو قدر ڪو نہ ٿا ڪريو ۽ نہ ئي کيس سمجهي سگهيا آهيو. توهين هن جي خيالن جي غلط تشريح ڪريو ٿا.“

”هن کي هتي گهرايو. اسين ثابت ڪري سگهون ٿا تہ هن جا خيال پٽڪيل آهن ۽ هو هڪ مها پاکنڊي آهي“

پادري زوارت کي غفا مان وٺڻ ويو. ”پٽ هل ۽ هلي پنهنجي سچائي ثابت ڪر.“

زوارت جيئن ئي راهبن کي ڏٺو مرڪي ڏنو.

”پنهنجا خيال هنن تي پڌرا ڪر ۽ هنن کي خود فيصلو ڪرڻ ڏي“.

زوارت گهڙي پل لاءِ خاموش رهيو ۽ پوءِ هن ڳالهائڻ شروع ڪيو. هن جو روپ نکري آيو هو ۽ هو ڳالهائيندي ڳالهائيندي پنهنجو پاڻ ۾ گم ٿي ويو:

بهار اچي ويئي هئي، سڄي ڌرتي ٻهڪي اُٿي هئي
رتن جوت جو گل، گلاب جي گل تي سڙي ڀڇري رهيو هو.
پنهنجن پاڙيسري گلن کي، هن قتل ڪرڻ تي برغلايو
۽ گلاب جي گل جا رقيب هن سازش ۾ شامل ٿي ويا.
جيڪڏهن ماري نہ سگهجي تہ بہ بيعزتو ضرور ڪجيس.
منصوبو رٿيو ويو تہ سيني گلن جو لشڪر ڪٺو ڪجي،
گلن ڪينو ۽ بغض سيني ۾ ڦهلايو.

حساب ٽيڻ گهرجي، پلاند ٽيڻ گهرجي.
هنن گلاب جي گل جي شان ۾
گستاخي شروع ڪئي.
سنبل کان وٺي سورج مکي تائين،
گلِ لالا کان وٺي نرگس تائين
پيغام پهچايو ويو:
”گلاب جي گل کي ماريو! گلاب کي ماريو!!“
جڏهن اوچتو بلبل ڳائڻ شروع ڪيو
تہ گل ڏڪي ويا، جلي ويا.
گلاب جي گل جي سونهن جي تعريف ٻڌي،
جيئن ئي هنن،
گلاب جي گل کي گهري ننڊ مان اُٿاريو.
۽ جڏهن گلاب،
پنهنجي نيري مک کي،
هڪ لامحدود سونهن سان پريل،
نازڪ ادا مان مٿي کنيو
تہ ڪي ڪومائجي ويا ۽
ڪي پيلا ٿي ويا.
۽ هنن کي اچي ڊپ ورايو تہ
ڪٿي اسين تباهہ نہ ٿي وڃون
هنن معافي ورتي ۽ توبہ تائب ٿيا.
تہ هنن کي بخش ڪيو وڃي جو،
هنن ههڙي پاڪ ۽ شفاف سونهن کي،
فنا ڪرڻ جي سازش ڪئي.
گلاب کي شاهاڻو لباس پهريل هو.
بلبل جيڪا ويجهو ئي،
هڪ وڻ جي ٽاري تي ويٺل هئي،
گلاب جي گل جي خوشبوءِ ۾

مدهوش ٿي ڳائڻ لڳي.

”پيار ڏينهن جي روشني آ ۽ رات جي اوندهہ.
جيتوڻيڪ گلاب هڪ نرم نازڪ سلو آ،
پر ڪيڏو نہ مضبوط ۽ خود دار آ.
هن جي چوگرد ڪنڊا آهن.
هن جي چاهيندڙ بلبل،
هن جو گيت ڳائي ٿي
ڇا هن ڪڏهن توهان کي بہ،
ڳائي نہ ٻڌايو آ؟
۽ توهان جي مايوسين کي
همٿ نہ ٻڌائي آهي؟
ڇا اهو هن جو پيار ناهي؟
جنهن هن جو حوصلو وڌايو آهي؟
توهان پياري بلبل کي پري نہ موڪليو
سخت سردي ۽ خوفناڪ هوائن ۾....“

گلاب جو گل بلبل جي طرف جهڪيو
۽ هن کي چمي ڏيڻ لاءِ چپائين

”تہ هو صدمي سبب ڪومائجي ويندو
او بلبل! مون کي چمي ڏي ۽ پيار ڪر!
هو مون کي قتل ڪري ڇڏيندا،
رت چوسي وٺندا،
۽ اُن مان عرق ٺاهي،
دوا لاءِ ڪم آڻيندا.
منهنجي دل ٻڏي رهي آهي...
دل جي ڌڪ ڌڪ بيهہ رهي آهي...“

حاسد ازر اڳيان وڌيو. هن جي چپن مان زهر اوڳاڇجي رهيو هو.
”گلن جي گفتگو ۽ اُن جو پيار، شيطان جا لفظ آهن.“

”شرڪ پريا جملا آهن“ پين رهابن سُر ۾ سر ملايو.

”هن کي گهٽ وڌ نہ ڳالهايو. هن جا خيال مقدس آهن“

پر ازر ڏيان نہ ڏنو. هو پيهر اڳيان وڌيو ۽ ڳالهہ جاري رکي ”هن ۾ شيطان جو واسو آهي ۽ اسين هن مان شيطان هڪالي ڪڍنداسين“. ائين چوندي هن زوارت تي اُلر ڪئي.

”باز اچ!“ پادري غصي مان رڙ ڪئي.“ توکي معصوم تي هٿ کڻڻ جو ڪهڙو حق آهي؟“ پادري کي ڏاڍو ڏک رسيو. فتني جو سمندر برپا هو. ”هو نينگر کي ڪترپٽي ۽ تعصب کان ڪيئن بچائي سگهيو ٿي؟ ”هن کي ڇا ڪرڻ گهربو هو؟“ هن زوارت ڏي آسوندين اکين سان نهاريو.”ڇا تون هنن جي اڳيان پنهنجن خيالن جي تشريح ڪري سگهين ٿو؟“ هن دل جي مضبوطي سان چيو.

زوارت پوڙهي جي بيقراري کي ڄاڻي ورتو. هن کي اڻ لکي روشني جو ڇهاءُ محسوس ٿيو ۽ پوءِ هن کي الهام ٿيو. هو راهبن ڏانهن مڙيو ۽ اندر جي شڪتي سان ڳالهائڻ لڳو:

“هن درشٽانت کي آءُ سمجهايان؟

تہ ڪير رتن جوت آهي ۽ ڪير گلاب جو گل؟

۽ نيڊر بلبل ڪير آهي؟

هوءِ ڪنهن جي لاءِ ڳائي ٿي؟

۽ هن جي گيتن جو مطلب ڪهڙو آهي؟

گل پروهت آهن ۽ گلاب جو گل مسيح آهي

رتن جوت جو گل جداس آهي جنهن ساڻن دوکو ڪيو

۽ بلبل جبرائيل آهي جو الاهي پيغام پهچائيندڙ آهي.

گلاب جو واڱڻائي لباس مسيح جي ظهور جي علامت طور ڪم آيل آهي

۽ پيلا ۽ ڪومايل گل اُهي سپاهي آهن جيڪي هن کي ڦاسي ڏي وٺي آيا.“

پادري هن جو جواب ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو. راهب لاجواب ٿي ويا.

زوارت سوپارو ٿيو. پر ازر کي اجان بہ زوارت جي اکين ۾ شرات پري

مرڪ ڏسڻ ۾ ائي ۽ هن کي هو چالباز نظر آيو. هن محسوس ڪيو تہ زوارت جا خيال ملحدن وارا هئا. پر موڳي ذهن سبب هو نينگر جي تشريح جو ڪو خاطر خواهہ جواب ڏيئي نٿي سگهيو. هن وٽ سواءِ پنتي هٽڻ جي ٻي ڪا گهٽي بہ ڪا نہ هئي. ٻين بہ ائين ئي ڪيو.

ايندڙ ڏينهن ۾ پادري لاءِ وڏيڪ عذاب پيدا ڪيو ويو. پوڙهو ڏاڍو مايوس ٿيو. هن محسوس ڪيو تہ راهبن جي دشمني هن جو سگهو موت آڻيندي.

۽ پوءِ هڪ پيري هو آڌي رات جو اُٿيو ۽ وصيت نامو لکيو. هو راهبن جي تهمتن ۽ حسد سبب ڪافي پريشان هو. هن پنهنجي وصيت ۾ روشني جي دشمنن لاءِ سزا لکي ۽ اُنجي تشريح بہ ڪئي.

”منهنجو جسم خاڪ ۾ ملي ويندو ۽ دونهين وانگر ورهائجي ويندو. پر منهنجا پاڪ ۽ مقدس خيال مون کي زندهہ رکندا. توهين منهنجو جسم جدا ڪري سگهو ٿا. پر منهنجا خيال سج جي ڪرڻن جيان چمڪندا رهندا. او اوندهہ جا اولادئو! مون کي هٽ نہ لاهجو. چو جو آءُ سچ جو امين آهيان ۽ منهنجو قهر اوهان کي ناس ڪري ڇڏيندو.“

هن گن ڪيانوس ۽ زوارت کي اسرويل اُٿاريو ۽ کين چمندي چيو ”هاڻ منهنجي وڃڻ جو وقت اچي ويو آهي“.

”ڪيڏانهن؟“ گن ڪيانوس پڇيو. پر هن جلد ئي پادري جي لفظن جو مطلب سمجهي ورتو ۽ رئڻ شروع ڪيو.

پوڙهي ٻنهي کي سنڀالي رکيل ڪتاب ڏنو ۽ کين لڪائي اُنجي حفاظت ڪرڻ جي هدايت ڪئي.

هو اُن ڏينهن مري ويو.

راهبن هن کي وڏي مان سان قبر ۾ لاٿو ۽ پنهنجي اصل نفرت کي لڪائي رکيو.

گن ڪيانوس اهو ڪتاب چوري ڇپي ٽيڊ کي ڏنو ۽ ٽيڊ اُن کي محفوظ جڳهہ تي لڪائي ڇڏيو.

ٻئي ڏينهن راهبن زوارت کي غفا ۾ بند ڪري ڇڏيو ۽ کيس گلن واري گيٽ ٻاهر وڃڻ کان منع ڪئي. فقط گن ڪيانوس هن سان ملاقات لاءِ

آيو. زوارت هن ڏانهن اُداسائي مان نهاريو پوءِ ڳائڻ شروع ڪيو ۽ پنهنجن خيالن کي رنگ روپ ڏيڻ شروع ڪيا. جيڪي شاعري جي سگهه ذريعي ڦهلڻ شروع ٿيا. ۽ هن اهو وساري ڇڏيو ته ڪو هو بنديخاني ۾ هو. گن ڪيانوس گلن بابت زوارت جي گيتن کي ٻڌندي ڪڏهن به نه ٿڪندو هو.

صبح ٿيندي ئي راهبن اُن جي ملاقات تي بندش وجهي ڇڏي. هاڻ گن ڪيانوس زوارت کي فقط غفا جي دري مان ڏسي سگهو ٿي. زوارت گن ڪيانوس کي ڏسي اڳي جيان مرڪي ڏنو. هو بي خوف ۽ پرسڪون نظر اچي رهيو هو.

........ ۽ هڪ ڏينهن زوارت چپن تي ابدي مرڪ ڇڏي مري ويو.

غفا جي ڇت هيٺان زندگي پنهنجي جلوي ۽ تيج سان ٻري رهي هئي. ٿيڊ زمين تي خاڪا ۽ تصويرون ٺاهيون هيون. ريشمي ڪپڙي تي اُڪريل تصويرون، ڪاٺ جي فريم ۾ ڇت تي ڏوري سان لٽڪيل هيون. ٿيڊ پنهنجو برش رنگن جي پيالي ۾ ٻوڙيو ۽ اُن ڪان پوءِ هن جي سرڻ جهڙي اک ريشمي ڪپڙي تي کپي ويئي. هو ڪجهه دير خاموش ويٺو رهيو ۽ پوءِ تصويرون ٺاهڻ لڳو. رنگ ريشمي ڪپڙي تي ڦهليا.

هن جي شاگردن پنهنجي اُستاد کي ساهه بند ڪري ڏٺو. اُهي ٻيئي هن ڪان ڊنا ٿي ۽ هن لاءِ پيار به هئن. ٿيڊ برش جي ذريعي عجيب آسمان ٺاهي رهيو هو. جيئن ئي هو برش هلائيندو ويو ريشمي ڪپڙي تي خوبصورت رنگ اُڀرندا ويا. سونهري، فيروزي، نارنگي.....

هن جي شاگردن هن ڪان پڇيو ته هو ڪهڙي ڪتاب تي ڪم ڪري رهيو هو.

ٿيڊ پنهنجو ڪنڌ لوڏيو. هن خالي نظرن سان نهاريو ۽ پوءِ هن گن ڪيانوس ڏانهن نهاريو.

ٿيڊ پنهنجو ڪم جاري رکيو. هن جون اکيون، نرم نازڪ ڳچي واري شوخ ۽ چنچل مورتي تي کپي ويون. هنجا گيت ڪنهن مشرقي غاليچي جيان خوبصورت لڳا ٿي. پاسي ۾ عجيب ۽ حيرت ۾ وجهندڙ گل قيمتي هيرن جيان ٿمڪندا نظر آيا ٿي. اُن جي مٿان هو نيري آسمان جو عڪس، ۽ ائين لڳو ٿي ته جڻ ريشمي ڪپڙي ۾ ڪو سوراخ ٿيل هو جنهن

مان اهو نيرو آسمان ليئو پائي رهيو هجي.

شاگردن انتهائي دلچسپي ۾ خاموشي سان پنهنجي اُستاد جي نقشن جي چوگرد گل ڪاري ڪئي.

ٽيڊ ڪڏهن ڪڏهن چوندو هو ”نارنگي رنگ سون جي پگهرڻ جو رنگ آهي. اسان جي چوگرد سونهري تجلو... جنت ۾ آسمان جيان آهي بلڪل.... هلڪو نيرو.... سرو جو وڻ گهميل سائو ۽ اُنهن جي وچ ۾ گلاب جو گل ضرور هئڻ گهرجي.

رات جو گن ڪيانوس ٽيڊ وٽ آيو ۽ زوارت بابت ڪيس ٻڌايائين. ٽيڊ پنهنجن خيالن ۾ ئي گم هو. اُن سبب گن ڪيانوس جي ڳالهه سندس دماغ ۾ ويهي نہ سگهي. اوندهہ هن جي ڪم ۾ رڪاوٽ وجهي رهي هئي. هن جي ننڊ ڦٽي پيئي هئي ۽ بي آرامي هن کي پريشان ڪري ڇڏيو هو. ڪاري رنگ جي ڪپڙي تي ٻرندڙ روشن رنگن سندس ننڊ کسي لاٿي هئي. قدرت هن کان برش کسي آسمان جي اونداهي ڪينواس تي تارن جون پنڪڙيون پينٽ ڪرڻ لڳي. ٽيڊ جو ڏيان ڇڪجي ويو.

گن ڪيانوس جو حوصلو وڌيو ۽ هو زوارت جو گلن بابت گيت جهونگارڻ لڳو. غريب گن ڪيانوس! اها هن جي پنهنجي سندر ياد هئي.

ٽيڊ تي زوارت جي نرم گداز سندر گيت جو وڏو اثر ٿيو. جڏهن هن سڄو گيت ٻڌي لاٿو تہ چيو. ”اهو گيت روح کي خدا جي ديدار سان منور ڪري ٿو ۽ ڏاڍو سندر ۽ پيارو گيت آهي.“

”ڇا تون زوارت جي گيتن کي تصويرن ۾ سمائيندين؟“ گن ڪيانوس جي اکين مان خوشي جا لڙڪ ڳڙيا.

ڪلاڪار راضي ٿيو ”بيشڪ آءٌ صبحاڻي کان ئي ان ڪم کي ڪٽندس.“

ٽيڊ اڻٿڪ محنت سان زوارت جي گيتن تي جيڪي پادري جي ڪتاب ۾ درج هئا، اُنهن کي روپ ڏيڻ لاءِ ڪم شروع ڪيو. گن ڪيانوس ٽيڊ جي ڪم کي چتائي ڏسڻ لڳو. ڪلاڪار مختلف رنگ پاڻ ۾ ملائي نوان رنگ ٺاهيا. ڪنارن کان روشن گلڪاري ڪيائين، رت جهڙا ڳاڙها ڇيتا ۽ نارنگي رنگ جي ڏانڊي پرسان هرڻ ٺاهيائين. ٽيڊ بخار جي حالت

۾ ٻه ڪم ڪي جاري رکيو. هو ٻرندڙ ميڻ جيان ختم ٿي رهيو هو. هن رنگن جي تلاش جاري رکي، پر هن کي اُهي رنگ نه مليا. هن ٿڪل اکين سان ائين مٿي نهاريو ڄڻ جبل جي ڦار ۾ انهي اڻ ڏٺل رنگن واري گل کي جوين ماٺيندي ڏسندو هجي. پر ٿوري پل ڪانپوءِ جڏهن هن پنهنجو برش رنگن جي پيالي ۾ ٻوڙيو ۽ اُن کي جيئن ئي ريشمي ڪپڙي تي آندو ته هن کي لڳو ته اُهو اڻ ڏٺل رنگ هن جي برش مان جادو ئي پکي وانگر اُڏامي ويو. تيڊ ٽڏو. شوڪارو پريو ۽ ريشمي ڪپڙي ڏي ٻي يارو مددگار ڏسڻ لڳو.

هن جا شاگرد سراپجي ويا ۽ ساهه کڻڻ جي به همٿ ساري نه سگهيا. هنن پنهنجي اُستاد جي تخليق جي پيڙا ۾ هٿ ونڊايو.

اوچتو تيڊ غصي مان ٽڏو شوڪارو پريو ۽ غفا مان ٻاهر نڪري ويو.

”هو اصل رنگ جي ڳولا ۾ ويو آهي اچو ته سندس پويان هلون.“

اُهي تيڊ جي پويان ديول ۽ پوءِ جبلن ڏانهن ويا. هو سڄو ڏينهن شاگردن سان گڏ جبل لتاڙيندو رهيو ۽ پوءِ غفا ۾ موٽي هڪ دفعو وري هٿ ۾ برش کنيو. عظيم ۽ گهري سانت ۾ نوان رنگ جوين ماٺي رهيا هئا.

اهو هڪ ڏاهپ ۽ روشني جي نور سان منور مقدس ڪتاب هو.

شوخ جانور، پکي، مڇيون ۽ گل ٻن شاهڪار قلمي نسخن جا سينگار بڻيا. هڪ جو موضوع ڪائنات ۽ تخليقي پورهيئي جو تقدس هو ۽ ٻيو هڪ صفحي کان وٺي ٻي صفحي تائين شوخ ۽ چنچل وهڪري جيان هليو ٿي. اهو ئي زوارت جوگلن بابت گيت هو.

پهاڙن تي برف ڄمي چڪي هئي. پر ديول ۾ ڏاڍي اوندهه هئي. تهه خانو جتي پادري جو ڪتاب۽ ٻيو نسخو رکيل هو اُتي تمام گهٽي اوندهه ۽ گهم هئي. چوندا آهن ته ”گهم ريشمي ڪپڙي کي تباهه ڪريو ڇڏي. اُن ڪتاب ۾ گل هئا. ڇا اُهي گهري ننڊ سمهي پيا هئا؟ يا گهم ۾ ناس ٿي چڪا هئا. جيئن ڪتاب ٿيو هو؟“

راهب ڏيڏرن جيان سڄي ٿلها ٿي پيا هئا. اُهي پادري، زوارت، تيڊ ۽ اُن جي شاگردن کي وساري چڪا هئا. هڪ ڏينهن راهبن کي ديول مان موڪل ملي ۽ اُهي هڪ ٻئي کان جدا ٿي مختلف ماڳن ڏي هليا ويا.

رات ٿي چڪي هئي. آرمينيا جي پهاڙن تي سردي ڇانيل هئي. اها

ڏاڍي ٿڌ جي منڌ هئي. آسمان شيشي وانگر ڄمي ويو هو. گن ڪيانوس جبل لهي رهيو هو. هن جي ڪلهي تي هڪ ٿيلهو هو جنهن ۾ هڪ ريشمي رومال ۾ ويڙهيل ڪتاب هو. هن جا هٿ ڪنبي رهيا هئا پر جي اُهي ڄمي بہ وڃن ها، هو تہ بہ اُن ڪتاب مان هٿ ڪڍڻ نہ چاهي ها.

گن ڪيانوس ديول کان ڪافي پري هليو ويو. هن جو هڪڙو ئي مقصد هو تہ ڪتاب کي ڪيئن بہ ڪري بچائجي ۽ جي هو اُن ۾ ڪامياب ٿي ويو...

هن کي خبر نہ پيئي تہ هو ڪيڏانهن وڃي رهيو هو. هڪ خطرناڪ طوفان پهاڙن کي لوڏي ڇڏيو هو. واديون سپاهين سان ڀرجي ويون هيون. شهرن، ڳوٺن، ديولن ۽ لائبريرين ۾ شعلا ڀڙڪي رهيا هئا.

صبح جي طوفان جبلن ۽ غفائن مٿان اڇي رلي پائي ڇڏي هئي.

هڪڙو پوڙهو راهب جيڪو هڪ قديم ديول مان آيو پي، هڪ برف ۾ ڄميل ماڻهو کي دروازي وٽ بيٺل ڏٺو جنهن جي ڪلهي ۾ ٿيلهو هو. هن جي آڏو هڪ ڪتاب کليو پيو هو. نيرو آسمان اُن جي صفحن مان مرڪي رهيو هو.

پوڙهي راهب جهڪي اُن کي ادب مان کنيو.

اُن کان پوءِ ڪتاب جو پتو نہ پيو تہ اُهو ڪيڏانهن هليو ويو. پر ان صدي جي تاريخ ۾ اُهو هڪ ڌنڌلو عڪس ڇڏي ويو.

سلطان ايلترمر جي لشڪر جي سنبن جا آواز روڊن تي گونجڻ لڳا. هن جو لشڪر طوفاني ڪڪرن جيان اڳتي وڌڻ لڳو. گهوڙن جي سنبن جي آواز ڌرتي جو سڪون ڦٽائي ڇڏيو.

پوڙهو پنهنجي غفا ۾ قديم ديول جي ڪتاب تي اکيون کپايو ويٺو هو. هو پنهنجي ڌرتي تي آيل تباهي کان بي خبر هو. بہ سپاهي هن جي غفا ۾ داخل ٿيا. هن کي اُنهن جي آمد جو پتو نہ پيو. اُنهن هن سان ڳالهايو. هو پنهنجي ڌن ۾ مگن هو، ان ڪري هو اُنهن جو آواز ٻڌي نہ سگهيو. غصي ۾ آيل سپاهي تير هلائي پوڙهي راهب کي ماري ڇڏيو.

جلد ئي غفا جلندڙ ڪتابن جي دونهين سان ڀرجي ويئي. سپاهين ريشمي ڪپڙي ۾ ويڙهيل ڪتاب کي باهہ ڏيندي پاڻ کي ڏاڍا سرها

محسوس ڪرڻ لڳا. نيٺ اُن نظاري ڪان ڪٽا ٿي، هنن پوڙهي راهب ڪي ياد ڪيو ۽ هڪ اچاڻ ڊپ هنن جي دل ۾ اُڀريو.

”هن ڪي مارڻ جي ڪهڙي ضروت هئي؟“

”اهي ڪتاب ڪهڙي قسم جا هئا؟“

”انهن بابت ڪنهن کي خبر هئي؟“

”اُهي چون ٿا تہ ڪتاب ناراض ٿيندو آهي ۽ بدلو بہ وٺندو آهي“.

”اُهي چون ٿا تہ ڪتابن ۾ سچائي جو واسو هوندو آهي“.

اوچتو باهہ جا اُلا تيزي سان پڙڪي اُٿيا. ماڻهو شعلن ڪان پاڻ بچائڻ لاءِ غفا کان ٻاهر ڀڳا ۽ پوءِ باهہ وسامي ويئي.

”ڪتاب ناراض ٿي پيا!“

”نہ ڪتابن کي ساڙڻ نہ گهربو هو.“

بيدمشڪ جبلن جي لاهين تي پڙ پڙ ڪرڻ لڳا. خزان ترڪي ٿڏي پاٽي جي چشمي جيان وادي کي تمتار ڪندي گذري ويئي. بيدمشڪ جي آواز ۾ چشمن جي وهڪري جو شور بہ شامل ٿي ويو هو.

جانداهي اکوپ چڪي جو تلاءُ کوليو ۽ چڪي ڦرڻ بند ٿي ويئي.

ملڪ ۾ ڏڪار اچي چڪو هو.

اکوپ بيدمشڪ جي وڻ هيٺان ويهہ پنهنجي پٽ کي هڪل ڪئي، ”وڃ دمشق ڏي وڃ. چڪي بيهہ رهي آهي. واپسي ۾ ڪٺڪ آڻجانءِ جيئن اُن کي پوکي پاڻ بچائي سگهون.“

اُسڪ جي نيرين اکين ۾ اُداس مرڪ هئي. ”اسين ڪيئن جان بچائي سگهنداسين؟“ هن پنهنجي پيءُ ڏانهن حيرت مان نهاري پڇيو.

”بيوقوف نہ ٿي! پنهنجيون اکيون کول، ڇا توکي ملڪ جي بدحالي نظر نٿي اچي؟“

اکوپ گهر ويو ۽ صندوق مان هڪ رنگين جبو ۽ پنج ريشمي رومال ڪڍي آيو. هن پنهنجي پورهيت آڱرين سان ٽيهہ سڪا ڳڻيا.

”هي پئسا مون ڏهہ ڪوڏرون وڪڻي ڪمايا آهن. رنگين جبو ۽ رومال وڪڻي ڇڏجانءِ. في الحال تنهنجي لاءِ اهي پئسا ڪافي ٿيندا. توکي رستي ۾ ڪو نہ ڪو ڪم ملي ويندو. ايندڙ بهار ۾ اناج سميت

موتجانءِ ۾ اسان وٽ ڪجهہ نہ ڪجهہ پوکڻ لاءِ هوندو“.

اُسڪ پنهنجي پيءُ ڏانهن گنڀير تا مان نهاريو. هن محسوس ڪيو تہ سندس پيءُ ايترو ئي ڏاهو هو جيتري قدر هن جي لفظن اُسڪ جي دل ۾ ڊپ کي جنم ڏنو.

اهڙي طرح اُسڪ دمشق لاءِ روانو ٿيو. هن جي نيرين اکين ۾ اُداس مرڪ پٽڪي اُٿي. هن جي پويان ڪوهيڙي ۾ هن جي اباڻي ڌرتي هئي.

سج جي تپش روڊن کي بہ ٻوساٽي ڇڏيو هو. هو اهڙي اُس ۾ ڪيتن مان گذريو. اُنن جا قافلا رستن تان لنگهيا ٿي جن جي پاڪڙن مان ڪجين اکروٽن ۽ ڪٽڪ جي خوشبوءِ اُٿي رهي هئي.

اُسڪ ڏاڍو پريشان هو. ”بابا ڇا چيو هو! اسان کي پنهنجيون زندگيون بچائڻيون آهن؟“

”پر ڪيئن؟ ماڻهو کي ڪير بچائي سگهي ٿو؟ زمين؟ پر اُها تہ هنن اسان کان کسي ورتي آهي؟ سلجوڪي ۽ تاتاري فوجون آرمينيا خلاف اُٿي کڙيون ٿيون هيون. هو برف جي ڇپ جيان اڳتي وڌي رهيون هيون. هو رت جون نديون وهائي رهيا هئا تہ پوءِ دولت؟ مون جڏهن شاهوڪارن کي اُنهن جي آڱرين مان سون گم ٿيندي ۽ پينو فقير بڻجندي ڏٺو آهي تہ پوءِ ڪير اسان جون زندگيون بچائي سگهيو ٿي؟ ۽ زندگي جو اصل ڪارج ڇا ٿي سگهيو ٿي؟“

اُسڪ جا سڀ خيال زندگي جو مطلب سمجهڻ لاءِ هڪ ٻئي ۾ ڳنڍجي ٿي پيا. هن پنهنجو سفر جاري رکيو. هو پگهر ۾ شل هو ۽ سج جا ڪرڻا هن جي جسم کي نانگ ڦڻ جي ڪنڊن جيان لڳي رهيا هئا.

ڪاش جيڪڏهن ماڻهو پکي هجي ۽ هو پنهنجي زمين جي ملڪيت ڪٽي آسمان ۾ اُڏامي وڃي! پر اُن جو ڪهڙو فائدو؟ هو ڳجهن ۽ سرڻن جو کاڄ ٿي ويندو؟ هو هن کان سڀ ڪجهہ کسي وٺنديون.

شهر سج جي روشني ۾ ائين چمڪي رهيو هو ڄڻ تہ ڪو سونهري مٽي جو جبو پاتل هجيس. گهٽين ۾ گهاگهمي لڳل هئي. اُسڪ جون اکيون حيرت مان ڦهلجي ويون. هڪ ڪنجي جهڙو مضبوط نوجوان پنهنجن سگهارن هٿن سان تلوار ڦيرائي رهيو هو. ٽامي جي مٽ مان تيار ڪيل

تلوار مٿي تي ۽ وري سڌي ٿي پيئي. اُن نوجوان جي چوگرد ٻيا نوجوان ميڙو ڪريو بيٺا هئا. اُنهن ڪلي ڏنو. نوجوان جا اڇا ڏند چمڪي اُٿيا. اُٿ وٽن جي هيٺان آرامي هئا. ڪٺڪ ۽ ٻي سامان جا ٻورا اُنهن جي چوگرد زمين تي رکيل هئا.

اُسڪ ڪرڙي جي پاسي ڪان لنگهيو ۽ وڻ تي چڙهي ويو. سج تپي رهيو هو ۽ هوا منجهي رهي هئي. هن بازار ۾ دڪانن ۽ پيلن وارن، وارن ڊوڙندر ماڻهن ڏانهن نهاريو. هو اڃ وگهي مري رهيو هو ۽ ٿڌي نيري پاڻي جا خواب لهي رهيو هو. هن اُن ڪي پنهنجي اُڇايل ڇپن تي محسوس ڪيو. هن ڪي ننڊ گهيري رهي هئي. هن جي خيال جو سلسلو ٽٽي پيو. اُسڪ ڪي اها سڌ ئي نہ رهي تہ هو ڪيتري وقت ڪان اُتي ويٺو هو ۽ نہ هن ڪي ننڊ ۾ هئڻ جو احساس ٿيو. اوچتو ئي اوچتو هن جون اکيون ماڻهن جي ٽولي تي کپي ويون، جيڪي ٺهڪ ڏيئي رهيا هئا ۽ هڪ ٻئي جي هٿن مان ڪتاب کسي رهيا هئا.

اُسڪ ٽپ ڏيئي هيٺ لٿو. هن ڪي لڳو تہ هن ڪا خاص ڳالهہ ڏٺي هئي. ”اُها ڪهڙي شئي هئي؟ ها، اهو هڪ ڪتاب هو. هن اُن ڪان اڳي بہ ان جهڙا ڪتاب ڏٺا هئا.“ هو ماڻهن جي ويجهو ويو. ماڻهو هاڻ جنهن جي هٿن ۾ ڪتاب هو اُن جي جلد جي پٺئين حصي تان چاندي روڙي لاهي رهيو هو. ٻئي اُن ڪان ڪتاب کسيو ۽ اُن جي پٺيئين حصي تي ڪيل چاندي جي چٽن ڪي چٽائي ڏسڻ لڳو. هر ڪو صفحو بهار جي رنگن ۽ خزان جي سرگروشين سان سينگاريل هو. اُن ۾ ڳاڙهي آسمان، بهار، گلاب ۽ ٻين گلن جا نقش هئا. سڀ نقش روشن ۽ روح کي راحت پهچائيندڙ لڳا ٿي.

”اُن ڪتاب ۾ اندر ڇا لکيل هو؟ جنهن جي خالي رنگن ۾ ايڏي ڪشش هئي!“

ڪتاب وڪري لاءِ هو. اُن جو مالڪ هڪ سنئي سياهُ وارو عرب هو. هن ٻڌايو تہ اهو ڪيس گذريل سفر ۾ هٿ لڳو هو.

”تون اهو ڪتاب ڪيتري ۾ وڪڻندين؟“

”ها ٽيهن سڪن ۾“

آئيندي جو خريدار ٺهڪ ڏيئي کلي پيو. هن ڪتاب ڪي پٽ تي

اُڇليو. ٻين اُن کي ٽڏا هنيا. سپاهي بيزاري مان جهڪي اُن کي رستي تان کنيو ۽ مرڪي ڏنو. هو اهو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. ڇاڪاڻ جو ميڙ ۾ اُنجو ڪو به خريدار نه هو.

اُسڪ هن جي ويجهو آيو. اُن ڪان ڪتاب وٺي صفحا اُٿلائڻ لڳو. هن کي گل ڏاڍا وڻيا. اُهي بهار جي خوشبوءِ سان جوڀن ماڻي رهيا هئا ۽ اُنهن مان لافاني جيوت جهلڪي رهي هئي. ڪتاب سانت ۽ گنڀير هو اُن ماڻهو جيان، جنهن جيون جا قائدا ڄاڻي ورتا هجن، جنهن اُن جو انت ڄاڻي ورتو هجي ۽ جنهن کي موت جو ڪو به ڊپ نه هجي، جيڪو زندگي سان پيار ڪندو هجي ۽ جنهن کي خبر هجي ته قسمت کي ڪيئن شڪست ڏجي.

هن جو عظيم ڏاڏو سرگس هن جي اکين آڏو تري آيو. اُنهن ڇيو ٿي ته هو هڪ رازو هو. هو ٻين ۾ خوشيون ورهائڻ جي ڪري مشهور هو. جيئن ئي هن عظيم پٽرن جون پٽيون ناهيون، هن ڳايو ٿي. هن بدقسمتي جي وقت ۾ به ڳايو. وڏي عمر هن لاءِ ڪڏهن به مسئلو نه بڻي. هڪ ڏينهن هو جڏهن گهر موٽيو ته ڏٺائين ته سندس گهر مان هڙئي ٿپڙ چوري ٿي ويا هئا. هاڻ هن جي خاندان وٽ هڪ ڪوڙي به نه هئي. پر ڏاڏي سرگس ٿهڪ ڏيندي چيو ”منهنجا هٿ ته اجا سلامت آهن.“

ڏکين ڏينهن ۾ هو چوندو هو ”پورهيو زندگي جو ڏاج آهي“. هن جو پٽ جيڪو آرڪيٽيڪ هو، ساڳيا ئي لفظ دهرايا.

ساڳيا ئي لفظ هن جي ڏوهٽي ۽ آخرڪار ساڳيائي هن جي عظيم ڏوهٽي جي پي. هن جي پي اُسڪ کي ٻڌايو ته اهو درس جيڪو نسل در نسل پنهنجي خاندان ۾ پيءُ کان پٽ تائين منتقل ڪيو ٿي ويو، اهو هو ته ”پورهيو دنيا جي عظيم شئي آهي.“

”پورهيو مقدس آهي“ هي اُهي اکر هئا جيڪي هن ڪتاب ۾ پڙهيا هئا. اُهي ئي لفظ اُسڪ جي محنتي ابن ڏاڏن چيا هئا. هن وري اُهي لفظ پڙهيا ”پورهيو مقدس آهي“.

”ته پوءِ ڇا هي ڪتاب ساڳيو هو؟“

اُسڪ جون اکيون ڀري اُٿيون. هن سپاهي کي پئسا ڏنا ۽ ڪتاب ورتو. سپاهي لڙ ڪڙائيندو هليو ويو. ميڙ ۾ ٿهڪ گونجڻ لڳا ۽ ماڻهو حيرت

۾ ونجي ويا.

پر اُسڪ اُنهن جي شرارت ڪي ڌيان ۾ نہ آندو. هو مڪمل طور پنهنجن خيالن ۾ گم ٿي چڪو هو.

ميڙ مان ڪجھ ماڻهو هن جي ويجهو آيا. جيئن ئي هن ڪتاب ٿيلهي ۾ وڌو ڪنهن چيو. ”ڇا تون ڇريو ٿي ويو آهين يا بي وقوف آهين؟ ڇو تو هن ڪتاب جي ڪري سڀ پئسا سپاهي کي ڏيئي ڇڏيا؟.

”مون کي خبر آهي“ اُسڪ اِهو چوندي فخر مان مرڪي ڏنو.

”تون هاڻ بهارن ۾ ڪيئن پوکي ڪري سگهندين؟

اُسڪ کي ان سوال گهائي وڌو. هن جي چهري تي ڪئين ريڪائون اُڀريون. ”توهين سمجهو ٿا تہ آءٌ بيوقوف آهيان؟ توهين بي وقوف آهيو.“

”بي وقوف گهر وڃ“.

”ها هو گهر ويندو جتي بک سندس انتظار ڪري رهي هوندي“.

وقت جي دز هڪ پيرو وري ڪتاب مٿي جمع ٿي ويئي. هڪ پيرو وري اُن جو پيرو وڃائجي ويو.

”اُسڪ جو ڇا ٿيو؟ ڇا هو بک وگهي مري چڪو هو يا زندھ هو؟“ اُن تي سوچڻ بيوقوفي هئي.

اتهاس ٻڌائي ٿو تہ اُسڪ ڪتاب لاءِ ڪافي رقم ڏني. هن ضرور اهو محسوس ڪيو هوندو تہ ڇوٽڪارو ڪٽڪ ۾ ناهي ۽ نہ ئي ڪٽڪ هميشہ جي لاءِ سهارو بڻجي سگهي ٿي.

ڪتاب بيمار ڇوڪري جي وهاڻي هيٺان ٻاهر ڪڍيو ويو. (اُن کي صديون گذري ويون آهن) اُن جاهل خاندان مان ڪنهن کي بہ ڪتاب جي متن جي خبر ناهي. اُنهن کي اهو ڪتاب هڪ ڊٺل گهر مان مليو. اهو چيو ٿي ويو تہ ڪتاب بيمارين کان ڇڏائي ٿو ۽ انهن جو ڇوڪرو بيوقوف آهي.

”حاجي هي قافلو ڪيڏانهن پيو وڃي؟“

”وينس ڏانهن ۽ جي قسمت ساٿ ڏنو تہ جنيوا ڏانهن“

حاجي ڪتاب تي جهڪيو ۽ زور سان پڙهيو. قافلو ٻرندڙ ۽ تپندڙ بيابان مان لنگهي رهيو هو. اُنن تي مڇ، ڪلون ۽ قيمتي پٿر رکيل هئا.

قافلي ڊاپو ڪيو. حاجي سفر جي ٿڪاوٽ دور ڪرڻ لاءِ ڪتاب

پڙهيو.

اهڙي طرح ڪتاب قديم نسلن کان اسان وٽ آيو. صدين جي اونداهين ۾ ڏيئي جي روشني جيان ڦڙڪڻ کان پوءِ اسان وٽ آيو. اسان ڄاڻي نہ سگهنداسين تہ هن پنهنجي طويل سفر ۾ ڪهڙين مصيبتن کي منهن ڏنو. نہ ئي سردي نڪو اوندهہ، نہ ئي باهہ ۽ نڪوئي گرمي اُن کي تباهہ ڪري سگهي. ڇا اهو معجزو هو يا قسمت، جو هر پيري ٻچي ٿي ويو زندهہ ٿي رهيو؟ اسان جي ابن ڏاڏن اُن جي حفاظت ڪئي ۽ اُن کي سڄاڻ نسل جي حوالي ڪيو. جن اُن کي بري حالت ۽ ڏکئي وقت ۾ بہ سنڀاليو.

ڪتاب مرڪي ٿو. اهو سادو آهي، بي خوف آهي ۽ شرارتي، اُن کي سڀ خبر آهي. يا شايد هو ڏاهو آهي ۽ هن کي پنهنجي مستقبل جي خبر آهي.

اهو هڪ سج جي چمڪندڙ ڪرڻي جيان آهي جيڪو سمنڊ جي طوفاني لهرن تي راند ڪيڏي ٿو. لهرون پيليون ٿيو وڃن، ڪاريون ٿيون وڃن.

اُهي گجي ۽ گجگوڙ ڪري سج جو مقابلو ڪن ٿيون. اُتي سج جو ڪرڻو خوف محسوس نہ ڪندي مرڪي ڏي ٿو. نفرت جي پرواهہ نٿو ڪري ۽ لهرون اُن کان ڊڄن نٿيون.

هزارين ماڻهو رنگن جي راند مان لطف اندوز ٿين ٿا. هزارين ماڻهن اُنهن صفحن کي ڇهيو آهي. گنڀيرتا ۽ ادب مان ڪتاب کي چميو آهي ۽ پيار ڪيو آهي.

هزارين هٿ مٽي ۾ ملي ويا. هزارين اکيون موت جي گود ۾ بند ٿي ويون پر جيون سان ڀرپور ڪتاب اڃان زندهہ آهي.

ڪتاب جي سونهري صفحن مان ٻاڙها طوفاني صفحا جيڪي صديون زندهہ رهيا آهن، جن بقا جي جنگ لڙي آهي پاڻ ڏانهن اعتماد مان نهارين ٿا. هو پنهنجي سنڀاليندڙ ماڻهو سان گڏ زندهہ رهيو آهي.

اسٽيل جي دٻي ۾ صديون خاموش دفن ٿيل آهن. سِر قديم تاريخ جي ڏارن ۾ گهڙي جاتي پائي ٿو ۽ اُن جي گهرائي ۾ ڏسي ٿو گل، گل، لامحدود گل...

* * *

# ڳالھ منھنجي

## يانڪيشن ماڏوڪر

***اسڪول*** جو ڪو بہ باقاعده ٽائيم ٽيبل نہ هو. سواءِ اونهاري جي گهڻو ڪري ڇُٽي هوندي هئي. ۽ هينئر اسڪول لاباري سبب بند هو. ڇوڪرا جڏهن بہ ضرورت محسوس ڪندا هئا، اسڪول ايندا هئا، اسڪول ماستر جو ڪم ملڪ ۾ مختلف روٽن تي هلندڙ بسن جيان نہ هو، جيڪي سواري هجي نہ هجي تہ بہ وقت تي هلڻ لاءِ ٻڌل هيون. آئون ايستائين ڪجهہ نٿي ڪري سگهيس، جيسين ڪافي تعداد ۾ شاگرد گڏ نہ ٿين. رسيس تائين آئون اسڪول جو ڪم ختم ڪري وٺندو هوس، ۽ اُن کان پوءِ مون لاءِ اِهو مشڪل هو تہ باقي وقت، ڇئن پٽين ۾ پاڻ کي بند رکي ڪٽي سگهان. انهي واندڪائي واري وقت ۾ آئون اڪثر ڪري منشي گيري ڪندو هوس. خط لکڻ، دعوائون لکڻ ۽ ڳوٺ ۾ رهندڙ ماڻهن جون درخواستون لکڻ جو ڪم، انهي وقت ۾ ڪري پاڻ کي وندرائيندو هوس. هفتي جي آخري ڏينهن تي، جڏهن آءُ پنهنجي شهر ويندو هوس تہ منهنجو ڪيسو ڳوٺاڻن جي خطن ۽ درخواستن سان ڀريل هوندو هو. خطن کي ٽپال جي دٻي ۾ وجهي، پوءِ گهر جو رخ ڪندو هوس. جڏهن سڀني کي اِها خبر پئي تہ، آءُ اِهو لکپڙهہ جو ڪم بنا ڪنهن معاوضي ۽ بيزاري جي ڪريان ٿو بلڪ انهي ۾ خوشي محسوس ڪريان ٿو، تہ هر ڪو مسئلو جيڪو ڳوٺ ۾ ڪڙو ٿيندو هو، مون تائين پهچڻ لڳو ۽ منهنجي حيثيت ڳوٺ ۾ هڪ ڪائونسلر يا صلاحڪار جيان ٿي ويئي. جڏهن بہ ڪا رڍ وڃائجي ويندي هئي، يا ڪا زال پنهنجي مڙس سان جهيڙو ڪندي هئي تہ، اسڪول ماستر سان مشورو ڪيو ويندو هو. انهي ڪري جو اِهو سمجهيو ويندو هو تہ، اسڪول ماستر زياده پڙهيل هوندو آهي، تنهن ڪري هو عقل ۽ ڏاهپ ۾

بہ سڀ کان زياده هوندو آهي ۽ ڪيس قانون جي بہ چڱي چوکي ڄاڻ هوندي آهي.

انهي شغل جي ڪري، جڏهن پڙهائڻ جو ڪم نہ هوندو هو. تڏهن بہ مشغول رهندو هوس. جڏهن بہ اعليٰ اختياري وارا، گهٽ حاضري جي شڪايت ڪندا هئا تہ آءٌ جند ڇڏائڻ لاءِ معافي وٺي لائيندو هوس ۽ سبب اِهو ڏيندو هوس تہ، "اجان اسڪول نئون نئون کليو آهي، هينئر پوک جي منڍ آهي وغيره وغيره". اسڪول ڇا هو! بس هڪ قسم جو گڏ مقصد دفتر هو. پوليس اسٽيشن، ڪورٽ، ڳوٺاڻن جو اوتارو بلدياتي ڪاتو مطلب تہ سڀني آفيسن جو ڪم ڪاران ۾ ئي ٿيندو هو. تنهن ڪري ماستر صرف ماستر ئي نہ هو جنهن جو ڪم فقط ٻار پڙهائڻ هجي. هو هڪ ئي وقت پوليس وارو، جج، پريو مڙس، روينيو آفيسر، حتاڪ اسٽامپ وينڊر پڻ هو. ڳوٺ جي رهواسين جا فيصلا پئنچات ۾ نبيريا ويندا هئا. پئنچات ڏهن ڄڻن تي مشتمل هئي، جنهن ۾ آءٌ بہ شامل هوس. پئنچات جو فيصلو مڃڻ هر ڪنهن لاءِ لازمي هو.

شاديون ڪئيون ٿينديون هيون. هڪ ئي وقت، ويهارو کن گهوٽ پرڻبا هئا جنهن ڪري پيٽ جي خرچ ۾ پڻ بچت ٿيندي هئي. جيڪڏهن ڪنهن غريب ۾ شادي جي خرچ جي پهچ نہ هوندي هئي، تہ ڳوٺ وارا اُن جي مالي توڙي ٻي ضروري مدد ڪندا هئا. ڏاڏي سائين جي جٽ لعنت جي باوجود بہ مون پاڻ کي ڳوٺاڻن جي ڪمن ڪارين ۾ رڌل رکيو ۽ هاڻ تہ اِها حالت هئي، جو ڳوٺ وارن جي مون کان سواءِ سري بہ ڪانہ ٿي.

ڳوٺ ۾ هارين جو تعداد آڱرين تي ڳڻڻ جيترو مس هو. هاڻ فصل پوکڻ جي منڍ اچي ويئي هئي. هر ڪو هاري اسرويل هر سميت ٻني تي ويندي نظر ايندو هو.

هڪ ڏينهن جڏهن ٻج ڇٽڻ جو ڪم زور شور سان جاري هو. شيخو مون وٽ آيو. هو گهڻو ڪري ڳوٺ کان ٻاهر رهندو هو. هن وٽ بہ ٽي ايڪڙ زمين جا هئا، جن کي آباد ڪرڻ ئي هن جي زندگي جو مقصد هو. هو جنهن وقت مون وٽ آيو اُن وقت اجا سج اُڀريو ئي مس هو. هن کي گوڏ

ٻڌل هئي ۽ هٿ پير متي ۾ پريل، ائين لڳي رهيا هئا، ڄڻ چمڙي جا نهيل هجن. هن جو منهن لتل ۽ وار وکريل هئا. جنهن مهل شيخو مون وٽ آيو اُن وقت، مون وٽ ايوبو به ويٺل هو. "سائين"، هن بنا ويهڻ جي چيو "مهرباني ڪري مون کي ڪتان به ڏاند هٿ ڪري ڏيو. توهان کي ته خبر آهي، ته هينئر پوکي جو وقت آهي".

مون لاءِ اِهو چوڻ مناسب نه هو ته، ماستر هئڻ جي ناتي پلا آءٌ ڪيئن ڍڳو رکي سگهيس ٿي. هن چيو "توهان فقط هڪ ڍڳو مون کي هٿ ڪري ڏيو هڪ ڍڳو مون وٽ پنهنجو آهي. جي ڍڳو نه مليو ته سڄو سال لانگها ڪٽڻا پوندا."

"چڱو نيڪ آهي پر ٻڌاءِ ته ڪنهن وٽ ڍڳو پاڇي آهي".

"سائين، جن وٽ پنهنجا ڍڳا آهن اُنهن کي خود پوک ڪرڻي آهي. پلا ڪير پنهنجي زمين کي دير سان کيڙڻ چاهيندو؟ مون هر هنڌ ڪوشش ڪئي آهي پر ڪتان به ڍڳو نٿو ملي".

"تون ڪنهن جي لاءِ مون کان چوائڻ ٿو چاهين؟"

"سائين توهان کي جيئن سُجهي، پر منهنجي مدد ڪريو. سڀ چون ٿا ته اسڪول ماستر مشڪل وقت ۾ ڏاڍو ڪم ايندو آهي. توهان منهنجي مدد ڇو نٿا ڪريو؟"

ايوبو جيڪو هن وقت تائين سڄي گفتگو خاموشي سان ٻڌي رهيو هو شيخو ڏانهن نهاريندي چيو. "شيخو تون پاڳل ته ڪو نه ٿيو آهين؟ ماستر توکي ڪٿان ڍڳو آڻي ڏي؟ ڇا هو هاري آهي يا پاڳيو؟ بيوقوفن وارو ضد نه ڪر ماٺ ڪري هليو وڃ."

شيخو گهٻرائجي ويو. شايد هن اِهو چئي وڏي غلطي ڪئي هئي. "آءٌ..... آءٌ نيڪ ٿو چوان، جي ماستر منهنجي لاءِ ڪوشش وٺي ته ڍڳو ملي سگهي ٿو."

ايوبو فيصلو ڪن انداز ۾ اُٿيو ۽ شيخو کي ٻانهن کان جهلي، رستي ڏانهن ڏکو ڏيندي چيو. "وڃو ڪو اُٺ آهين تنهنجي ليکي ماستر جي کيسي ۾ ڍڳا پيا آهن".

ذري گهٽ ڪرندي شيخو رستي تي هلڻ لڳو ۽ وڦلندو رهيو.

ايوبو پنهنجي جڳهه تي اچي ويٺو "سائين توهان هن چريي شيخو جي ڳالهه کي وساري ڇڏيو. هو ته آهي ئي بي وقوف اُٺ...."

پر آءُ اِها ڳالهه وساري نه سگهيس. آءٌ هنن ڳوناڻن کي لکڻ پڙهڻ سيکاري سگهيس ٿي، پر منهنجو علم سندن گهر جون پوريون ڪري نٿي سگهيو. ايوبو ڇڙو ڇانڊ هو. ان ڪري کيس پرواهه نه هئي. پر اساندا کي ته اُن جي ضرورت هئي ۽ شيخو کي ڏِکي جي. هتي هر ڪنهن جون پنهنجيون ضرورتون هيون.

لاڳيتو ٻن ڏينهن جي محنت جي باوجود به، شيخو ڏِکو هٿ ڪري نه سگهيو. جيتوڻيڪ هو ان لاءِ هر گهر ويو ۽ هر ماڻهو کي سوال ڪيائين. هو همٿ هاري پٽ تي ليٽي پيو. سندس منهن جو پنو ئي لهي ويو هو.

"هاڻي ڪوشش ڪرڻ بيڪار آهي." شيخو پنهنجي زال کي چيو. شيخو جي زال ڍگهو قد، بدن ۾ پريل سگهه ۾ مردن جيان. هوءِ شيخو جو جڻ اڌ سهارو هئي. ڪائنس شيخو جي پريشاني ڏٺي نه ٿي.

"تو ڪنهن ڪنهن کان پڇا ڪئي آهي؟" هن پنهنجي مڙس کان سوال ڪيو.

هو اُٿي ويٺو ۽ مايوسي مان منهن گوڏن ۾ هڻي ڇڏيائين. "سڄي ڳوٺ کان، پر ڪير به ڏيڻ لاءِ تيار ناهي."

"ته پوءِ هاڻ ڇا ڪرڻ گهرجي؟"

"ڇا ٿو ڪري سگهجي؟ بس هاڻ بکون ۽ لانگها اسان جو مقدر آهن." عورت پنهنجي مڙس کي ڏيان سان ٻڌو. هن سندس اکين ۾ ڇتائي نهاريو ۽ ائين لڳس جڻ ته اُهي بنا تيل جي ٻري رهيون هجن.

"اسين سڀاڻي کان ٻني کيڙينداسين." عورت فيصلي واري لهجي ۾ چيو.

"اُن لاءِ ڏِکو ڪٿان ايندو؟"

"هٿ تي ويندو".

"پر ڪٿان؟"

"اِهو تون مون تي ڇڏي ڏي."

"پر ......؟"

”بس تون صبح جو سوير ٻني تي نڪري وڃجانءِ باقي سڀ ٺيڪ ٿي ويندو.“

شيخو سوچڻ جو ڪپٽ کوليو. ”هُن جي زال ڪٿان ڏيڏو آڻيندي.؟“ هو اسرويل اُٿيو ۽ پاڃاري ڪٽي ٻني ڏي روانو ٿيو. هن سان هن جو هڪ ڏڏو بہ ساڻ هو. ٻني تي پهچي هن ڳوٺ ڏانهن نهاريو ۽ پنهنجي زال جي اچڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو.

تقريبن ڪلاڪ کن ڪان پوءِ هن پنهنجي زال کي اڪيلو ايندي ڏٺو. شيخو جو منهن ئي لهي ويو. ”هن اجايو هٺ ڪيو. ڀلا ڏيڏو ڪٿان ملي ها؟ هاڻ ڇا ٿيندو؟“ هن جي آڏو ٻکون ۽ لانگها راڪاس جيان وات پٽيندا وڌڻ لڳا. ”هاڻ تہ در در جا ڌڪا کائڻا پوندا“

شيخو پنهنجي پريشاني ۾ ئي گم هو جو سندس زال اچي مٿائنس بيٺي.

”اُٺي ڪيڙي جي تيار ڪر“

”ڏيڏو ڪٿي آهي؟“

”پاڃاري جي هڪڙي ڇيڙي سان ڏيڏو جوٽ ۽ آءُ ٻي ڇيڙي ڪان ڇڪينديس.“

شيخواِهو ٻڌي ڌڪي ويو. ”نہ ائين نٿو ٿي سگهي“

پر عورت فيصلو ڪري چڪي هئي.

”هي وقت واويلا ڪرڻ جو ناهي. اُٺي پاڃاري جي هڪڙي پاسي ڪان مون کي ۽ ٻي پاسي ڪان ڏيڏو جوٽ.“ هُن ڪان حوصلو ڇڏائجي ويو ۽ ٻت بڻيو بيٺو رهيو. هو ڪيئن پنهنجي زال کي پاڃاري ۾ جهوٽي سگهيو ٿي؟ هوءِ خود اُٺي ۽ پاڃاري جي هڪڙي ڇيڙي ۾ ڏيڳي کي ۽ ٻي ڇيڙي ۾ پاڻ کي جوٽائين. ۽ پوءِ ڳاٽ اوچو ڪري اٽل ارادي سان چيائين ”اُٺي شيخو هر هلائي“. گهبرايل شيخو پنهنجي دل مضبوط ڪئي ۽ ڏيڳي کي هلڻ لاءِ هش هش ڪئي. ساڳي ريت عورت بہ هلڻ لڳي.

زمين ۾ هر هلڻ لڳو. شيخو پاڃهر زمين ۾ ڇنڊڻ لڳو. ڪيڙي سنجهي تائين جاري رهي. ٻنپهرن جو ٻنهي زال مڙس گڏجي ماني کاڌي. شيخو خاموش رهيو ۽ سندس زال اوپاريون لهورايون ڳالهيون ڪرڻ لڳي.

هن اوستائين ٻني ڪيڙي، جيستائين ٻج زمين سان پوري ريت لڳي نہ ويو. شام تائين، هنن بہ ايڪڙ ڪيڙي ورتا ۽ پوءِ هو گهر ڏانهن روانا ٿيا.

ٻي ڏينهن سڄي شهر ۾، عجيب و غريب ڳالهيون ٻڌڻ ۾ آيون. ڪنهن سندن محنت جي واکاڻ ٿي ڪئي، تہ ڪنهن حيرت ٿي ڪاڏي، تہ وري ڪنهن سندن انهي عمل تي ڏڪار ۽ نفرت ٿي ظاهر ڪئي.

انهي رات جيئن ئي آئون اسڪول کان واپس موٽي رهيو هوس، تہ گهڙي پل لاءِ شيخو جي گهر وٽ رڪيس. جهانڪڻ تي گهر جي اندر، بتي جي روشني ۾ شيخو جي زال کي ليٽيل ڏٺم، شيخو پنهنجا ٻيئي هٿ پيٽ تي ٽيڪائي، پنهنجي زال جي ڏکندڙ پڻن کي، پيار مان پيرن سان زور ڏيئي رهيو هو.

* * *

# نئين نسل جي واپسي

## اموس موسينس

آءٌ ڪال ڪوٺڙي ۾ پنهنجين سوچن ۾ گم ويٺو هوس. جيل جي لوهي شيخن جي منظر، مون کي اسپين جي ڪال ڪوٺڙين ۾ ٿيل تشدد ۽ ايذاءُ ياد ڏياريو. اهي لوهي شيخون، منهنجي لاشعور ۾ دفن ٿيل انبوريون ڪوٺي ٻاهر ڪڍي آيون، جيڪي هونئن ڏندن جا ڊاڪٽر ۽ هتي جيل ۾ وري تشدد ۽ بربريت لاءِ استعمال ٿينديون هيون. بک مون کي بڪايل چيتي جيان بي بحال ڪري ڇڏيو هو.

نيٺ دروازو کليو ۽ هڪ پوليس وارو جنهن کي ڪوٽ ۽ پتلون پاتل هئي، اندر داخل ٿيو. اهو آڌي رات جو ٽاڻو هو.

”تنهنجو نالو ڇا آهي؟“ هن جي ڳالهائڻ جو انداز چڙ ڏياريندو هو.

”سينڊائي“ مون لاپرواهي مان وراڻيو.

تنهنجو نالو ڇا آهي؟ هن سوال کي زور سان وري ائين دهرايو. ڄڻ ته هن منهنجو جواب ٻڌو ئي نه هجي.

”سينڊائي.“

”مان ٿو پڇان تنهنجو نالو ڇا آهي؟“ هن اجا به ڏاڍيان سوال ڪيو ۽ سوال ڪندي عجيب حرڪتون ڪرڻ لڳو.

”ماڻهو مون کي سينڊائي چوندا آهن.“ مون هن جي ڪن ۾ زور سان چيو.“ جڏهن آءٌ اجان ٻار هئس ته ٻنهي ڳالهائي ڪو نه سگهندو هوس. هڪ ڏينهن آءٌ پنهنجن دوستن ڏانهن ڊوڙندو ويس ۽ انهن کي سڏڻ چاهيم، پر جيئن ته ڳالهائي نه سگهڻ ڪري، مون کي ائين ڪرڻ لاءِ سيٽي وڄائڻي پئي. ان ڏينهن کان هر ڪو مون کي سينڊائي ڪري سڏيندو آهي.“

”ڪٿي رهندو آهين؟“ ائين چوندي هن پنهنجو نوٽ بڪ ڪڍيو.

”نيگو ۾.“

”پاڙو؟....“ هو مسلسل سوال ڪندو رهيو.

”ٻڌ دوست!“ مون ڳالهائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي ”آءٌ ڪبوز تنظيم جو ميمبر آهيان. آءٌ هتي هڪ هفتي لاءِ آيو هوس ۽ سياڻي ان جو آخري ڏينهن آهي. جيڪڏهن تون مون کي اندر هٽي ڇڏيو تہ ياد رک ان مسئلي کي اسان جا سڄاڻ ليبر هٿ ۾ کڻندا ۽ پوءِ جيڪو بہ نتيجو نڪتو ان لاءِ آءُ ٻڌل ناهيان.“

”ماٺ ڪري ويھ.“ پوليس واري ڏند ڏيڪاريندي چيو ۽ پاڻ کي محفوظ رکڻ لاءِ هن احتياطن سامهون وارو دروازو کولي ڇڏيو. جيڪو آفيس ۾ کليو ٿي. هن وري ڳالهائڻ شروع ڪيو.

”تون نيگو ۾ ڪھڙو ڌندو ڪندو آهين؟“

”آءٌ هوا کي بريڪ لڳائڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان.“

هڪ وڏو ٺهڪ منهنجي ڪنن تائين پهتو. سڀ پوليس وارا منهنجين ڳالهين ٻڌڻ لاءِ دروازي وٽ اچي پيڙا ٿيا هئا.

”آءٌ يقين سان چوان ٿو تہ هي چريو آهي.“ هڪ پوليس واري ٽيڪا ٽپڻي ڪئي.

”هون! مهاندو تہ ڏسو هليو آهي هوا کي روڪڻ.“ ٻئي پوليس واري وڏو ٺهڪ ڏنو.

”جيڪڏهن اسان هن کي گرفتار نہ ڪريو ها تہ هيستائين سڄو يروشلم مٿي تي کڻي ڇڏي ها.“

پوليس آفيسر سوالن مٿان سوال ڪندو ويو ۽ آءٌ ڪتمنن مٿان ڪتمنا ڪائيندو رهيس. اوچتو هن کي سڏ ٿيو. ڏاڙيلن جو هڪ ٽولو پڪڙجي آيو هو. هنن هڪ دڪان کي لٽڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، جنهن لاءِ هنن ننڍ ڏياريندڙ پائوڊر استعمال ڪيو هو ۽ اتفاقن هو ان جي نشي ۾ گهيرجي سمهي پيا هئا ۽ پڪڙجي پيا هئا.

پوليس آفيسر مون کي اڪيلو ڇڏي هليو ويو. آءٌ خيالن ۾ گم ٿي ويس. موڪل جو وقت اچي ويو هو. تقريبن تمام موڪلون ختم ٿي چڪيون هيون ۽ باقي هڪ ڏينهن وڃي بچيو هو. موڪلن ۾ اسان شهر جي وچان فخر مان مارچ ڪندا لنگهندا هئاسين. اسان جا ڪپڙا ميرا، ڏاڙهيون

وڏيون ۽ وارن ۾ چيڙهه ۽ گهنديون پئجي ويون هيون. اسان جي ڇاتي ۽ ڪلهن تي پٽا ٻڌل هوندا هئا. مائرون پنهنجن پٽن کي اسان ڏي ڏسندي، ٻڌائينديون هيون. ”هي نيگو جا نوجوان آهن.“ ڇوڪريون اسان جي وڏيل ڏاڙهي جي پس منظر تي سوچيندي اسان جي ساراهه ڪنديون هيون ۽ ننڍڙا ٻارڙا اسان جي پويان ڊوڙندي هوڪرا ڪندا هئا، ”چڙيا گهر جي مخلوق! چڙيا گهر ۾ وڃو.“

انهن ڏينهن ۾ اسان جي ڳوٺ ۾ نيگو هڪ باعزت جماعت ليکي ويندي هئي. نيگو اسان جي ڪوشش جو نچوڙ هئي ۽ اسان جو آئيندو به. اها قوم جي مترڪي لاءِ سنداڻ مثل هئي. (مون اها تشبيهه پنهنجي چاچي کان ٻڌي هئي، جيڪو لوهارڪو ڌنڌو ڪندو هو). چوطرف نوجوانن جا گيت ٻڌڻ ۾ ايندا هئا، جن ۾ واعدا هوندا هئا ”اسان توکي ٺاهينداسين! اسان جا اجايل نيگو! اسين تنهنجو ڀاڳ بنائينداسين!“ هر ديوار تي وڏا وڏا پوسٽر نظر ايندا هئا، جيڪي ڀڪوڙيل مکن جيان لڳندا هئا، پوسٽرن ۾ نوجوانن کي اپيل ڪيل هوندي هئي. ”نوجوانو! بيابان ۽ رڻ پٽ اوهان جو انتظار ڪري رهيا آهن.“

اسان لڳاتار ڇهن مهينن کان ڪم ڪري رهيا هئاسين. ان ۾ اسان ڪافي وڻ پوکيا، اسان هوا کي بريڪ هڻڻ لاءِ اپاءُ ورتا (هنن کي ان ڳالهه تي ڪل ڇو ٿي آئي؟). منهنجو موڪل جو وقت هاڻ پورو ٿيڻ تي اچي ويو هو. هاڻ آءٌ پنهنجن يارن ۽ دوستن سان ملي سگهندس. هو مون کي ڏسي خوشي مان نه ڊاپندا تيستائين ڀاڪر مان نه ڪڍندا. جيستائين آءٌ هنن کي نيگو جي ٺهندڙ تقدير جو سڄو احوال ٻڌائي دنگ نه ڪندس. هو يقينن مون کان گهاريل وقت بابت خبرون چارون وٺندا، ڇنڇر جي شام جو هو هميشه جيان پناتي هوٽل ۾ گڏ ٿي ماضي کي ياد ڪندا هوندا ۽ ڪوئي ڇوندو هوندو، ڇا تو ان جماعت بابت ٻڌو آهي، جنهن ۾ پاڻ واري يار سينيڊائي اهم ڪارناما انجام ڏنا آهن؟ ۽ شايد ڪو صحافي نيگو لاءِ پاٽي جي منصوبي بابت سوال پڇي سگهيو ٿي.

پنجن ڪلاڪن جي ٿڪائيندڙ سفر کان پوءِ، آءٌ به جيئن ئي بس مان لهي شهر ۾ داخل ٿيس، ته منهنجي نظر هڪ پوسٽر تي پئي جنهن تي جوشيلي عبارت ۾ لکيل هو ”نوجوان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ پوسٽ ڪاتي

۾ نوڪري جو نادر موقعو، سٺا پگهار ۽ ترقيءَ جي ضمانت.“

آءٌ حيرت ڪائيندي گهٽي مان هلڻ لڳس. مون کي ڪارن ۾ ماڻهن جي انبوهہ منجهائي ڇڏيو هو ۽ مون محسوس ڪيو تہ جڻ آءٌ هڪ خالي واهہ ۾ ان جي ڪنارن کي جهليندو هلي رهيو هجان ۽ منهنجي پويان. ڄڻ ڪا ٻوڏ ڪاهي پيئي هجي.

اوچتو ئي اوچتو آءٌ پنهنجي پراڻي دوست ڊيوڊ سان وڃي ٽڪريس. جيڪو مون سان گڏ مارچ ڪري رهيو هو. هن جي هٿ ۾ هڪ وڏو بينر هو.

”هيلو ڊيوڊ!“ مون رڙ ڪئي.

”ڪهڙا حال اٿئي؟“ هن اهڙي نموني موٽ ڏني ڄڻ آءٌ ڪائنس قرض گهرندو هجان. هن مون کي مٿي کان پيرن تائين ڇتائي نهاريندي چيو. ”اڄڪلهہ ڪٿي پيو ڪم ڪرين؟“

”نيگو ۾.“ مون فخر مان جواب ڏنو.

”ڪهڙي ڪاتي ۾؟“ هن پنهنجي سوال تي زور ڏنو.

”ڪهڙي ڪاتي ۾؟“ مون هن جي سوال ۾ طنز محسوس ڪئي. آءٌ نيگو جي ڪبوز تنظيم سان واسطو رکان ٿو.

”تنهنجي نموني مان بہ ائين لڳي ٿو. نيڪ آهي.“ ائين چوندي هو پٺتي مڙيو ۽ پنهنجو رستو وٺي روانو ٿي ويو.

پورن ڇهن منٽن تائين آءٌ بت بڻيو ان جڳهہ کي ڏسندو رهيس، جتان ڊيوڊ منهنجي اکين کان اوجهل ٿي ويو هو. ۽ جڏهن ستون منٽ شروع ٿيو تہ مون هڪ اونهون ساهہ کنيو ۽ گهر ڏانهن هلڻ لڳس. ٻي ڏينهن مهنجيون اکيون، ماحول ۾ آيل تبديلي سان مانوس تي ويون هيون. مون پٽين تي عجيب ۽ غريب پوسٽر لڳل ڏٺا. هڪ پٽ جي لڳل پوسٽر جي عبارت ڪجهہ هيئن هئي: ”نئين سماج جا اڏيندڙ نوجوانو! رياست جي واڌاري ۽ ترقي لاءِ قانوني جوڙجڪ ۾ معاشي پروگرام ۾ شامل ٿيو.“

ٿورو ان کان پري سياسي پارٽين طرفان پوسٽر لڳل هو. اجا ٿورڙو اڳتي واري پوسٽر ۾ مختلف انداز ۾ نوجوانن کي سڏ ڏنل هو. ”هن کان اڳ توهان ميدانن تي فتح جا جهنڊا کوڙيا. هاڻ سمنڊ جي شيوا لاءِ پاڻ ارپيو. شاندار ترقي ۽ مستقبل جون راهون کليل.“

آءٌ هڪ هاءِ اسڪول جي استاد وٽ ويس. مون کي هن لاءِ دل ۾ تمام گهڻي عزت هئي هن منهنجي زندگي تي تمام گهرو اثر ڇڏيو هو ۽ مون بابت سڀ ڪجهه ڄاڻندو هو. ٻئي ڄڻن جي ڪوپ چاڙهڻ کان پوءِ، اسان انهن شاگردن کي ياد ڪرڻ شروع ڪيو، جيڪي منهنجا هم ڪلاسي هئا. آءٌ سوال ڪندو رهيس ۽ هو جواب ڏيندو رهيو.

”شملڪ هاڻي ڪٿي آهي؟“

”هينئر، پائليٽ آهي.“

”شمن جي خبر ڏيو!“

”اڳتي پڙهڻ لاءِ پرڏيهه ويو آهي.“

”جوشيا؟“

”وزارت ۾ ڪم پئي ڪري.“

”سڀ لڳي ويا پر،....“ ائين چوندي استاد هڪ ٿڌو شوڪارو پريو.

”ٺيڪ آهي سينڊائي، تون ته شاگردن ۾ به هڪڙي سوکڙي آهين. مون کي اميد آهي ته تون به ڪٿي نه ڪٿي لڳي ويندين. پر تون ته نيگو ۾ هليو ويئن، مون کي توتي رحم ٿو اچي.“

آءٌ گيلا سان ملڻ ويس، جيڪا هڪ ورڪر قسم جي ڇوڪري هئي ۽ هوندي به ڏاڍي سهڻي هئي. هوءَ جڏهن ٻارهن سالن جي ٿي ته فيصلو ڪري ورتائين ته آءٌ ئي هن لاءِ هڪ مثالي ۽ لائق مڙس ٿي سگهيس ٿي. پر هاڻ جڏهن وقت آيو هو، ته هوءَ مون کي قائل ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪري ته گذريل ڳالهين کي وساري ڇڏيان. آءٌ ان کان پوءِ دربدر ڀٽڪندو رهيس ۽ ديوارن، هوٽلن ۽ چئونڪن تي لڳل پوسٽرن کان بيزار ٿي چڪو هوس. مون کي لڳو ته ڄڻ آءٌ مٽي ۾ ليٽڙيون پائيندو هجان.

”گيلا ياد ڪر! اٽڪل ڇهه مهينا اڳ مون کان موڪلائڻ وقت تو ڇا چيو هو؟“

هوءَ منهنجي ڪلهي تي اهلي پيئي. هن جي مرڪ ۾ ڪيڪن ۽ چاڪليٽن جي خوشبوءِ پريل هئي.

”سينڊائي اجڪلهه ڇا ڪري رهيو آهين؟ هيترو وقت ڪيڏانهن گم ٿي ويون هئين؟“

”آءٌ شهر ۾ ڪو نه هوس.“ مون انتهائي غور ۽ خوض ڪرڻ کان پوءِ

وراڻيو تہ جيئن هو غلط فهمي جو شڪار نہ ٿي وڃي.

”تون ڇا پيو ڪرين؟“ هن پنهنجو سوال وري دهرايو.

”آءٌ پائليٽ ناهيان.“

”ڪيڏي نہ افسوس جي ڳالهہ آهي!“ هن ٿڌو شوڪارو ڀريو.

“هينئر ڪٿي پيو ڪم ڪرين؟“

”آءٌ گورنمينٽ آفيسر ناهيان“.

”تنهنجو پگهارو ڪيترو آهي؟“ هوءَ اجا بہ مون کي نڙڪائي رهي هئي.

”مون وٽ پنهنجي ڪار ناهي.“ مون ڳالهہ کي موڙ ڏنو پر گيلا کي بيوقوف بنائي نہ سگهيس. هن مون کي قميص جي بٽڻ کان ڇڪيو ۽ اکيون اکين ۾ ملائي پڇيو. ”تنهنجي آمدني گهٽي آهي؟“

آءٌ نااميدي مان ٿهڪ ڏيڻ لڳس “ٽي پائونڊ“.

”هڪ ڏينهن ۾ ٽي پائونڊ؟“

”ان ۾ حيرت جي ڪهڙي ڳالهہ آهي؟“

گيلا پائونڊن کي آڱرين تي ڳڻڻ شروع ڪيو.

”هڪ ڏينهن ۾ نہ“ آءٌ ڪلندو رهيس، ”هفتي ۾ ٽي پائونڊ“.

”هڪ هفتي ۾؟“ هن حيرت ڪائيندي چيو. ”ائين ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟“

”ها ٿي سگهي ٿو.“ مون سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي. ”هڪ هفتي ۾ ٽي پائونڊ ۽ اهو هڪ هفتو بہ ڇهن مهينن جي برابر.“ آءٌ ڳالهائيندو رهيس ۽ ائين ڪندي دل جو بوجهہ هلڪو ٿيندي محسوس ٿيم. ”آءٌ نيگو ۾ ڪبوز تنظيم جو ميمبر آهيان، تنهنجو ان باري ۾ ڇا خيال آهي؟“

هن جواب ڏيڻ جي تڪليف گوارا نہ ڪئي، اٿلو منهن ڦيرائي سامهون واري ڪمري ۾ ماءُ کي مخاطب ٿيندي چيو. ”امان منهنجي ڊريس واپس الماڙي ۾ رکي ڇڏ. شام جو تفريح تي ڪو نہ وينديس. جو مون کي مٿي ۾ سخت سور آهي.“

۽ اهڙي ريت آءٌ هن انڌاري رات ۾ داخل ٿيس. آءٌ شهر جي گهٽين ۾ دربدر ڀٽڪندو رهيس. ۽ منهنجي ماءُ جو ڪڙو آواز منهنجي ڪنن ۾ ٻرندو رهيو. ”نيڪ آهي تون ڪبوز تنظيم جو ميمبر آهين، پر اها نيگو ۾

ڇو آهي؟“.

منهنجي موڪل ختم ٿيڻ تي هئي ۽ هاڻ پهاڙن، ڪيٽن ۽ شاداب وڻن ڏي موٽڻ جو وقت اچي ويو هو. منهنجا سڀ دوست ۽ يار، مون کي پنهنجين نوڪرين ۽ مشغولين سبب وساري چڪا هئا. سڄو شهر هل هنگامي ۾ گم ٿي چڪو هو ۽ ڪنهن کي به اهي نوجوان ياد نه هئا، جيڪي بيابانن ۽ رڻن پٽن ۾ وڻ لڳائي رهيا هئا ۽ اجڙيل کيت ۾ هر هلائي رهيا هئا. اسان هن شهر جا وڻ هئاسين. جن جي ڇانو ۾ هو جيون گهاريندا. اسان کي شهر واسين جو اونو هو. ان جي باوجود به هو اسان کي وساري چڪا هئا. آءٌ ويران گهٽي مان هلڻ لڳس. اهو آڌي رات جو ٽائو هو. مون پنهنجي موڪل بابت سوچيو. جيڪا سگريٽ جي دونهين جيان ختم ٿي ويئي هئي. مون کي ياد آيو ته ڪو وقت اڳي هنن اڳيان وڏي ڪيئن نه اسان جو آڌرياءُ ٿي ڪيو. هر گهر ۽ هر دل مان بيابانن کي زندگي ارپڻ جا آواز اڀريا ٿي. آءٌ ان نتيجي تي پهتس ته نيٺ ڪا ته تبديلي آئي هئي. هوائن ۾ نوان گيت مليل هئا ۽ پراڻي دور جي جنگين ۽ دانهن ڪوڪن جا آواز هاڻ ماضي ۾ دفن ٿي ويا هئا.

اوچتو منهنجا خيال ڏامر سان پريل ڏٻي سان ٽڪرايا، جيڪو روڊ تي مرمت لاءِ پيل هو. مون ان کي پنهنجي مزاج سان پيٽيو ۽ پنهنجي مزاج سان ٺهڪندڙ پاتم. مون کي لڳو ته، مان به ڏامر جي ڏٻي جيان ڪارو هئس. اوچتو ئي اوچتو مون کي پنهنجو ننڍپڻ ياد آيو. ٻاراڻي عمر ۾ اسان هر آڌي رات جو سڄي شهر کي پوسٽرن ۽ اشتهارن سان پري ڇڏيندا هئاسين. مون ۾ ان وقت اتساهه ۽ جوش چڙيون هڻندو نظر ايندو هو. منهنجي دل ۾ طوفان جيان ڪجهه اٿندو هو. مون فيصلو ڪيو ته نااميدي ۽ روڄ راڙي کي ڏٻڻ جي حوالي ڪري ڇڏجي. بي آرامي مان مون ڪاٺيون ڏٻي هيٺان رکي باهه لڳائي ۽ پوءِ گهر ڏانهن رخ رکيم. جلدي ۾ ڪپڙا بدلائي، سائيڪل تي ٻاهر نڪري پيس. ڏامر ڏٻي ۾ ٽهڪي رهيو هو. مون وڏو برش ڪٽي ڏامر ۾ ٻوڙيو ۽ وڏن اکرن ۾ لکڻ شروع ڪيم. ”نوجوانو! بيابان اڃا به اڃايل آهن. ويران بيابانن کي اڃان به اوهان جي سگهه ۽ پورهيئي جي ضرورت آهي.“

مون سان ڪم ڪندڙ ساٿين، منهنجي جذبي کي ساراهيو. مون کي لڳو ته مان چڻ ته جديد پينٽر هجان ۽ سواءِ ان ڪم جي مون کي ٻي

ڪنهن ڳالهہ سان دلچسپي نہ هجي ۽ اهڙي ريت جوش ۽ جذبي سان اڳتي وڌندو رهيس.

مون دوائن جي ڪارخانن ۾ شيشن تي لکيو "مرض جو واحد علاج، فقط بيابانن کي آباد ڪرڻ سان ئي ٿي سگهي ٿو."

مون ڏامر جو ڀرپور استعمال ڪيو. آءُ ننهن ڪان وٺي چوٽي تائين، سائيڪل تي هڪ گهر کان ٻي گهر، هڪ پاڙي کان ٻي پاڙي تائين ويس تي ۽ پتيون چٽيم ٿي. منهنجي هڪ هٿ ۾ برش ۽ ٻي هٿ ۾ڏامر جو ڏٻو هو ۽ مون دل ئي دل ۾ پڪو پهہ ڪري ورتو هو تہ راتو رات سڄي يروشلم کي اپيلن ۽ پيغامن سان ڀري ڇڏيندس.

۽ هاڻ آءُ پارليامينٽ جي عمارت وٽ پهچي چڪو هوس. مون برش ڏٻي ۾ ٻوڙيو ۽ لکيو "پارليامينٽ جا ميمبرو! توهان جا پٽ ڪٿي آهن؟"

"گهٻراءِ نہ اسين هتي آهيون." پوئتان آواز آيو. ٻن پوليس وارن مون کي ٽنگن کان پڪڙيو. "تون هتي ڇا پيو ڪرين؟ ڪٿان آيو هين؟"

"هٿ ڪڍو." مون کين چيو. "آءُ نيگو مان آيو آهيان."

"نيگو مان؟" هڪڙو پوليس وارو بلڪل پوزيشن وٺي بيهي رهيو. "هي ضرور تخريبڪار هوندو." هن سيٽي وڄائي ۽ ٻيا پوليس وارا بہ سيٽي تي ڊوڙندا آيا.

"اسان هڪ تخريبڪار کي جهليو آهي." پوليس واري فخر مان چيو.

"تخريبڪار آهي اڱونو." ٻيءِ پوليس واري ڪاوڙ مان چيو." هي تہ ڪو چريو ٿو ڏسجي."

"هن نيگو بابت سيني ديوارن کي نعرن سان ٽڪيو آهي."

"هن تہ پراڻيون اخبارون پڙهي انهن ۾ آيل اشتهارن، نعرن ۽ اپيلن سان پتيون ڪاريون ڪيون آهن." پوليس واري ٽيڪا ٽپڻي ڪئي.

"ڪهڙا نعرا؟" هڪ ٻئي بيٺل پوليس واري زور مان ڳالهايو. "وري بہ نعرا؟ هنن توکي امن ۾ خلل وجهڻ لاءِ گهٽا پئسا ڏنا آهن؟".

ان وقت سڀ پوليس وارا وحشين جيان ٺهڪ ڏيڻ لڳا. مون کي گارگند ڪرڻ لڳا. مون پنهنجو برش ڪنيو ۽ ائين ڪڙڪيدار آواز ۾

ڳالهائڻ شروع ڪيو جيئن اسان جي مڪياڻي اڪثر ميٽنگن ۾ ڳالهائيندي هئي.

”ڪامريڊ خاموش!“

منهنجي ڳالهه جو ڏاڍو سٺو اثر ٿيو. هو هڪدم خاموش ٿي ويا ۽ پوءِ سس پس ڪرڻ لڳا. ”خاموشي ڇو؟“

”دوستو!“ مون موقعي جو فائدو وٺي تقرير ڪرڻ شروع ڪئي. ”نيگو جي سرزمين ويران ۽ غير آباد آهي. اسان کي پنهنجي ڌرتي کي آباد ۽ شاداب ڪرڻ گهرجي. بيابانن کي گلن جو جوبن ڏيڻو آهي. ساٿيو! اسان جو نوجوان نسل ڪٿي آهي؟“

”ڪٿي مان تنهنجي مراد؟“ هڪڙي پوليس واري سوال ڪيو.

”نوجوان نسل پوليس ۾ آهي.“ پوليس واري بيزاري مان اخبار ڏي ڏنو ۽ ان جي سرخي پڙهي ”نوجوان رت مان ٺهيل پوليس فورس, جرئتمند ۽ باصلاحيت ٿئي ٿو. اڄ ئي ڀرتي ٿيو. سٺو پگهار, روشن مستقبل.“

هاڻ مون کي محسوس ٿيو ته, منهنجون رڳون ٻاهر نڪري رهيون هيون ۽ پوءِ مون پاڻ کي جيل ۾ بند پاتو.

اڃان آءٌ پنهنجن خيالن ۾ ئي گم هوس جو هڪ پوليس آفيسر, ٺهڪ ڏيندو اندر داخل ٿيو. پهرين مون سمجهيو ته, شايد هو ڏاڙيلن جي ٽولي جي پڪڙجڻ تي خوش ٿي رهيو آهي.

”ٻڌ نوجوان ڇوڪرا!؟“ هن مون کي مخاطب ٿيندي چيو, ”ماڻهن اڳيون ڳالهيون سڀئي وساري ڇڏيون آهن. پر تون خوشقسمت آهين جو آءٌ تنهنجي خيالن کي سمجهي سگهان ٿو. ڪنهن وقت ۾ آءٌ به ڪبوز تنظيم جو ميمبر هوس. پر هاڻ اهو وقت ناهي رهيو. مون کي پڪ آهي ته تون منهنجي ڳالهين کي سمجهين پيو.“

”ان جو مطلب ته تون مون کي وڃڻ لاءِ چوين ٿو؟“

”ها“. ائين چئي هو واپس آفيس ۾ هليو ويو.

”وڏا!“ هن وڏي منشي کي حڪم ڏنو ”سڀني پوليس وارن کي گڏ ڪر ۽ ها صبح تائين سڄي شهر جي ديوارن تان نعرا مٽيل هئڻ گهرجن.“ ان کان پوءِ هو وري مون ڏانهن آيو ۽ مون کي جتائڻ لڳو.

”تون ٿورڙو سوچ! تنهنجي ننڍڙي بيوقوفي جي ڪري پوليس ڪاتي

ڪي ڪيڏي نہ مصيبت ڏسڻي پئي.“ هن صلاح ڏيندي چيو. ”اسان وانگي تون بہ ڪيل واعدن کي وساري ڇڏ.“

مون زور سان ڳالهايو. ”توکي دل ۾ ضرور شرم محسوس ٿيندو هوندو. تون مفت خور بنجي چڪو آهين. ٻڌاءِ تون هتي ڇا ڪري رهيو آهين. توکي تہ هن وقت نيگو ۾ هئڻ گهربو هو؟“

”ڇا ڳالهہ آهي؟“ پوليس آفيسر پڇيو. ”ڇا سرڪار نيگو ۾ بہ پوليس اسٽيشن کولي آهي؟“.

”ها ائين ئي ٿيو آهي.“

”نيڪ آهي، تہ پوءِ خاموشي سان روانو ٿي.“ پوليس آفيسر تنبيهہ ڪندي چيو. ”پنهنجي حال تي ضرور سوچجانءِ جنهن حالت ۾ تون گهارين ٿو. گهٽ ۾ گهٽ مون کي ان تي رحم ٿو اچي.“

”وقت جا پوڄاريو!“ مون ڏاڍيان رڙ ڪئي. ”توهين منهنجي لکيل نعرن کي ڊاهڻ جي جرئت ڪري نٿا سگهو. نيگو جي شهرين کي، اصل حقيقت کان ضرور واقف رکڻ گهرجي. نيگو اڄان بہ انهيءَ حال ۾ آهي. نيگو کي هينئر بہ نوجوان نسل جي ضرورت آهي.“

”مون کي افسوس آهي.“ پوليس آفيسر چيو. ”پر تنهنجي انهيءَعمل سان فقط ديوارون گنديون ٿين ٿيون ٻيو ڪجهہ بہ نہ.“

”آءٌ توهان کي اخبارن ۾ وائکو ڪندس.“ ائين چوندي مون کان روئڻ نڪري ويو. ”پل تہ سڀني کي خبر پوي تہ هتي نوجوانن کي ڇاجي تربيت ملي رهي آهي.“

”توتي ڪير اعتبار ڪندو؟“

”نيگو جا رهواسي مون تي ضرور اعتبار ڪندا. آءٌ پنهنجي پوري قوت سان رڙيون ڪري حقيقتن کي انهن تائين پهچائيندس.“

”مجيوسين تہ تون زور سان رڙيون ڪري، انهن کي حقيقين کان واقف ڪرڻ چاهيندين، پر اسين توکي انهن تائين پهچڻ ڇو ٿا ڏيون؟“.

* * *

## تنھنجي دنيا سپ رنگ سانول

### زواگئي

***ڪوهسن*** جي زال مارڪيٽ ۾ سبزيون وڪڻندي هئي. هوءِ روزانه صبح جو سويل ٻاجي جي ٽوڪري کڻي پنهنجي ڳوٺ کان تقريبن هڪ ميل پري شهر ڏي ويندي هئي. جڏهن ڏنڌو تيز هوندو هو ته هوءِ جلدي واپس موٽي ايندي هئي. نه ته هن جو سج لٿي کان پوءِ موٽڻ ٿيندو هو. جڏهن به هوءِ پنهنجي ڳوٺ جي ويجهو آبشار مٿان اڏيل ڪاٺ جي پل تان گذرندي هئي، ته هن جي دماغ ۾ پنهنجي مڙس ۽ اولاد بابت خيال ايندا هئا.

ڳاڙهن وارن ۽ ٿورڙا ڏند نڪتل ڏڳهي قد واري ماپا لاءِ ڪير به اهو نٿي چئي سگهيو ته هوءِ ڪا ڪوجهي هئي. هن جو مڙس ڪوهسن واندو هوءِ سڄو ڏينهن گهر ۾ ويٺو هوندو هوءِ پيو ڪائيندو هو. اهو به سئو سيڪڙو صحيح نه هو ته هو ڪجهه به نه ڪندو هو. هو گهر ۾ روزانو چانور پچائيندو هوءِ ٻارن جي سنڀال پڻ ڪندو هو.

ڪوهسن نون سالن جي عمر تائين ٻڌمت جي خانقاهه ۾ رهي سکيا ورتي هئي. هو سست هئڻ جي باوجود به سٺي سڀاءُ جو مالڪ هو. ٿهڪ هن جي زندگي جو حصو هئا. هو جواني کان وٺي خيراتي ڪاڄن ۽ شادي جي تقريبن ۾ شرڪت جو ڪوڏيو هو. هو پنهنجي زال جيان قدآور نه هو. ننڍي ڇاتي، مٿي تي گهاٽا وار ۽ ڇهري تي سنهيون مَڇيون، هو ڪڙي پير هلندو هو.

جڏهن هنن شادي ڪئي ۽ ڪين هڪ پٽ ڄائو ته ماپا دڪان کوليو ۽ ڪوهسن جون ضرورتون پوريون ڪرڻ ۾ به هٿ ونڊائڻ لڳي. جڏهن هنن کي ٻيو پٽ ڄائو ته ماپا فقط دڪان هلائڻ لڳي. ڏي جي جمڻ کان پوءِ ماپا اڪثر ٿڪل ٽٽل نظر ايندي هئي. هڪ ڀيري جڏهن هن کي

ڏنڌي ۾ گهاتو پيو تہ هن جي حالت رحم جوڳي ٿي ويئي. پريشانين جي باوجود بہ هن ڪنهن سان شڪايت نہ ڪئي.

هن کي تڏهن ڏاڍي خوشي ٿي ۽ همٿ وڌي جڏهن ڪيس سندس ساهيڙي ٻڌايو تہ "ڳوٺ ۾ تازو ٿيندڙ شادي ۾ تنهنجي مڙس ڏاڍي من موهيندڙ انداز ۾ دعا گهري هئي. توکي اها ضرور ٻڌڻ گهربي هئي. تنهنجو مڙس واقعي ذهين ۽ وڏو ڄاڻو آهي." هن جو حوصلو تڏهن بہ ڏاڍو وڌندو هو جڏهن هن جو ڇوڪرو ڇوڪرو جيڪو ڪڏهن ڪاٺ جي پل وٽ ڪيس ملندو هو ۽ سندس مٿي تان پاڃي جي ٽوڪري لاهيندو هو. اهڙن موقعن تي هن جي دل ۾ پنهنجي مڙس لاءِ نيڪ جذبا ڪر کڻي اُڀرندا هئا ۽ هوءِ دل ئي دل ۾ سندس شڪريو ادا ڪندي هئي.

هڪ ڀيري هوءَ ۽ سندس ٻارڙا گهر جي ٻاهر ٿلهي تي پاڻ ۾ ڳالهائي رهيا هئا تہ هڪ تاڙي جو شراب پيتل موالي رستي تان گذريو ۽ هنن ڏي بري نظر سان نهاريو. ٻارڙا ڊپ مان وٺي اندر ڀڄا. ڪوهسن جلد ئي گهر مان هٿيار کڻي ٻاهر آيو. موالي جي جيئن ئي هن تي نظر پيئي تيئن ئي پويان هٽيو ۽ مڙندي هن جي منڊڪائيندڙ ٽنگ کي ڏسندو ويو. "جيڪڏهن منهنجو مڙس نہ هجي ها تہ شايد اسان وڏي مصيبت ۾ ڦاسي وڃون ها" ماپا سو چيو.

ماپا جي عمر هن وقت ستٽيهہ سال هئي. ڪوهسن هن کان ڇهہ سال وڏو هو.

ڪوهسن هن وقت تائين صحيح معنيٰ ۾ ڪو بہ ڪم نہ ڪيو هو. جڏهن ماڻهو هن کي ان جو چوندا هئا تہ هو پنهنجي ڪڙتي جو پاند پڪڙي ڪل ئي ڪل ۾ چوندو هو "آءٌ واندي ۽ آرام واري زندگي گذارڻ جي اهل آهيان. جنهن انداز سان آءٌ زندگي گهاريان پيو، اُن جو ڪارڻ منهنجا اڳئين جنم ۾ ڪيل نيڪ ڪم آهن انهي ڪري اوهين سڙو نہ." جيتوڻيڪ بظاهر هن ائين چيو ٿي پر هو اندر ئي اندر ۾ ڏاڍو دکي ٿيو ٿي. پر هو پنهنجو درد حاضر جوابي تي فخر ڪرڻ ۾ جلد ئي وساري ڇڏيندو هو. هن جي ورندي تي ماڻهو هن ڏي گهوري ڏسندا هئا يا ڪاڏي تي هٿ رکي چٽرواري انداز ۾ منهن ڦيري ڇڏيندا هئا. پنهنجن پاڙيسرين جي اهڙي حرڪت تي هو جوش ۾ اچي ويندو هو ۽ هڪ

پيري جوش ۾ اچي هن پنهنجي سئوٽ کان اوڌر وٺي ڪاٺ جو ڪاروبار شروع ڪيو جنهن ۾ هن تمام گهڻو نقصان ڪاڌو. ٻئي پيري هن ڪيتي ٻاڙي جو سوچيو. هو بارش جا ارڪاڻ محسوس ڪندي ٻني ۾ هر هلائڻ ويو ۽ جڏهن هو واپس گهر موٽيو ته هن جي پيرن مان رت ٽمي رهيو هو. هن جي زخم چٽڻ ۾ پندرهن ڏينهن لڳا.

جڏهن هو نيڪ ٿيو ته هو ٽيتاليهه سال جو ٿي چڪو هو. هن جي پيرن تي پهتل زخم ته چٽي چڪي هئا پر دل تي پهتل زخم پرجي نه سگهيا.

ماپا معمول جيان مارڪيٽ ويندي رهي. سندن وڏو پٽ خانقاهه جي اسڪول ۾ پڙهڻ ويندو هو. هن جا پيا به ٻار گهر جي اڱڻ ۾ موجود آمري جي وڻ هيٺان پيا کيڏيندا هئا. جيئن ئي ڪوهسن سبز چائي جي پيالي پيئڻ وينو هن ڏٺو ته هڪ واڍو جيڪو ڇهن ٻارن جو پيءُ هو پنهنجي اوزارن سميت پاڙي واري جي گهر مان ٻاهر نڪتو. ساڳئي وقت هڪ ٻئي گهر مان هڪ ماڻهو نڪتو جيڪو آبشار پار ڪري ٻئي ڪناري تي ڪاٺيون ڪرڻ لاءِ وڃي رهيو هو. نه فقط ايترو پر هن جي نظر هڪ پوڙهي تي به پيئي جيڪو ڪاٺ جي ٽيڙي ٽڪري کي ڪاٽ سان چلي لٺ ٺاهي رهيو هو.

پهرئين پل ۾ هڪڙي پيالي مٺان چانهه جي ٻي پيالي پيئندي ۽ ٻارڙن کي کيڏيندي ڏسي هو خوشي ۽ سڪون جي جذبن سان ٽمٽمار ٿي ويو پر ٻي پل ۾ جڏهن هن پنهنجن پاڙيسرين کي ڪم ۾ رڌل ڏٺو ته هن جون خوشيون چڪنا چور ٿي ويون ۽ هن کي ياد آيو ته هن کي اجان چانورن جي ديگڙي چلهه تي رکڻي هئي. هن کي اوچتو ئي پنهنجي پاڙيسرين جا طعنا ۽ ميهڻا ياد پيا ۽ ساڳئي وقت هن جي اکين اڳيان پنهنجي ماضي جي گهاريل زندگي ڦرڻ لڳي. هن جو خانقاهه جي اسڪول ڇڏڻ کان پوءِ جون ٻاراڻيون حرڪتون، ماپا سان شادي، ڪاروبار ۾ ناڪامي، پيرن جا زخم، هن کي اُنتي ڏاڍو ڏک ۽ شرم محسوس ٿيو. هن جي ذهن ۾ زندگي جي انهي انداز کي تبديل ڪرڻ جي خواهش ڪر کڻي اُڀري. هن سوچيو ته هن لاءِ اهو بهتر ٿيندو ته هو راهب ٿي وڃي ۽ پوءِ هن کي ڪڏهن به چانور چاڙهڻا نه پوندا. ۽ هڪ ڏينهن ان لائق ٿي ويندو ته هو

خدا جي دربار ۾ ڪنڌ مٿي ڪٽي سگهي ۽ جيئن هن جي زال ۽ ٻارن کي هن جي ثواب جي عيوض بخشش ملي سگهي. هن کي اهو سوچيندي ڪامل يقين ٿيڻ لڳو تہ ڄمڻ کان وٺي هيلتائين هن کي پلئہ پيل دکن جو ڇوٽڪارو هن جي هٿ ۾ هو. ۽ پوءِ هڪ ڏينهن اهڙو بہ ايندو جڏهن هو ديوتا جو درجو ماڻي وٺندو. هو لڳاتار سوچيندو رهيو پر هن کي وري ياد آيو تہ هن کي لازمي طور تي چانور چاڙهڻا پوندا، ٻي حالت ۾ هن کي ٻک ڪاٽي پوندي ۽ هن جا ٻار رڙيون ڪري آسمان مٿي تي کڻي ڇڏيندا. هو اُٿيو ۽ بورچيخاني ۾ ويو.

اُن وقت ماپا مارڪيٽ ۾ سبزين مٿان پاڻي ڇٽڪاري رهي هئي جيئن اُهي وزني ٿين ۽ هوءِ انهن مان وڌيڪ پئسا ڪمائي سگهي. هن کي ذهن ۾ خيال آيو تہ هو اُن واڌو ڪمائي مان پنهنجي مڙس لاءِ سنا چروٽ خريد ڪندي.

ڪوهسن جي چانورن پچائڻ ۾ ڪافي مهارت هئي. هن ٻارڙن کي سڏيو ۽ کين تازا رڌل چانور ۽ گذريل ڏينهن جي بچيل ڪڙي ڏني. جڏهن ٻارڙا ماني کائي واپس راند جي ميدان ڏي ويا تہ، ٿلهي تي ويهي پيرن کي لوڏيندو وري سوچن مر گم ٿي ويو. جڏهن هو راهب ٿي ويندو تہ هو روزانہ صبح جو ڪستو کڻي ماپا جي گهر تي ايندو ۽ اهڙي ريت ماپا ۽ ٻارن کي ڏسڻ جو موقعو حاصل ڪندو. پر ماپا تہ اڻ پڙهيل هئي ۽ مذهبي قانونن کان بي خبر هئي. جڏهن هوءِ مرندي تہ يقينن هن کي دوزخ ۾ اُڇليو ويندو. ايئن سوچيندي هن کي مٿس ڏاڍو رحم آيو. هن چاهيو تہ هوءِ خدائي قانونن کان واقف ڪاري حاصل ڪري جيئن هن جو ڇوٽڪارو ممڪن ٿئي.

ٻارڙن جي جهيڙي هن کي واپس حقيقي دنيا ۾ آندو. ننڍي پيڻ پنهنجي ڀاءُ جي ڇهري تي رانپوٽا هنيا. نتيجي ۾ هن کيس وارن کان پٽيو ۽ هاڻ هو ٻيئي روئي رهيا هئا.

ڪوهسن ٻارڙن کي سڏيو ۽ کين الڳ الڳ ڪنڊن ۾ ويهاريو. هن ٻيهر ڪوشش ڪئي تہ هو واپس پنهنجن خيالن ۾ گم ٿي وڃي پر هو سوچن جي زنجير کي اُتان کان جتان ٽٽي هئي، جوڙي نہ سگهيو. هن ٻارڙن تي نظر وڌي ۽ ڏٺو تہ هن جا ننڍڙا مٿا ننڊ جي جهوٽن سبب لڙڪي رهيا

هئا. هن کي خود بہ اوپاسي ايندي محسوس ٿي.
”خيال ڪريو ڪري نہ پئو.“ هن ننڍا ڪڙن ٻارن کي تنبيهہ ڪئي ۽ ائين چوندي هن کي پاڻ ننڊ جا گهيرٽ اچڻ شروع ٿي ويا.
جنهن پل هن جيون اکيون بند ٿيون، ٻارڙا پنهنجيون اکيون کولي اُٿي کڙا ٿيا. هنن بنا ڳالهائڻ جي دل ئي دل ۾ طئہ ڪيو تہ جيئن ئي هو گهري ننڊ سمهي پوندو اُهي واپس راند ڪرڻ ويندا.
ڪوهسن ماپا جي آواز تي سجاڳ ٿي پيو جيڪا آمري جي وڻ تي بيٺل پنهنجي پٽ کي سڏي رهي هئي.
”اتان جلدي لهي اچ متان ڪري نہ پوين. تنهنجي پيڻ ڪٿي آهي؟“
”آبشار ڏانهن“ ٻارڙي جواب ڏنو.
”ڪوهسن!“ ماپا رڙ ڪئي.“ پنهنجن ٻارڙن کي اڪيلو ڪيئن ٿو ڇڏين؟ هڪ سنو پيءُ ٿي ڪري ائين ڪيئن ٿو ڪرين؟؟“
ننڍڙي ڇوڪري جنهن جا هٿ گپ سان پريل هئا اندر داخل ٿي ۽ ننڍڙو ٻارڙو وڻ تان هيٺ لهي آيو.
ڪوهسن ٽيڏي اک سان ٻارڙن ڏي ڏٺو. اُهي ماءُ جي پويان لڪي ويا.
”هي وٺ تنهنجي لاءِ چروٽ آندا اٿم“ ايئين چوندي ماپا هن ڏي چروٽ اُڇليا ۽ ٻارڙن کي ڪنڌ کان جهلي بورچيخاني وٺي ويئي. ڪوهسن جي نظرن هنن جو پيڇو ڪيو. ماپا پنهنجي ڏي جا گپهاٽا هٿ ڌوتا ۽ ٻارڙن کي مٽرن جون ڦليون ڏنيون. پوءِ ماپا پٽ تي ويهي پنهنجون ٽنگون ڊگهيريون ۽ وار ڇوڙي اُنهن کي ورائي سٽرن تائين آندو.
”منهنجي پٺن تي زور ڏي.“ هن پنهنجي پٽ کي چيو. هن وات ۾ مٽر چٻاڙيندي ائين ڪيو. منين جي زور ۽ مٽي ۽ جسم تي وڪريل وارن سبب ماپا شيطان جيان نظر اچڻ لڳي.
ڪوهسن هن ڏانهن ڏٺو ۽ ڪراهت مان هڪ اونهو ساهہ پريو ”مون کي هاڻ ضرور گيڙو ڇوڪو پائڻ گهرجي.“ هن سوچيو.
ائين ئي سال گذري ويو ۽ هو ان سموري عرصي دوران زال کي اهو

ٻڌائڻ جي همٿ ساري نہ سگھيو.

......

هاڻ هن کي ايئن ڪندي ٽيون مهينو شروع ٿيو هو. جيتوڻيڪ ڪوهسن چئي ڇڏيو هو تہ هو هڪ مهيني کان مٿي گيڙو چوغو نہ پائيندو. ماپا جي ماسي جيڪا ٻارن کي ڏسڻ آئي هئي. هاڻ اُن کي ڳوٺ ۾ پنهنجن جي سڪ ڇڪي رهي هئي.

”پلا ڪڏهن برهم چاري عام زندگي ۾ موٽي سگھي ٿو؟“ هن هڪ ڏينهن راهب کان پڇيو.

راهب جواب نہ ڏنو. اُن جي بدران هن راهب جي زندگي جي ساراهہ ۾ مقدس ڪتابن مان حوالا ڏنا. مقدس ڪتابن جي حوالن جي ماسي جي ڪن تي جوُن ۽ بہ نہ سري. هن کي فقط غصو ئي آيو ڇاڪاڻ جو هن سمجھيو ٿي تہ ساڻس هتي سٺو سلوڪ نہ ٿي رهيو هو. جڏهن راهب ويو هليو تہ هن ماپا کي پاڻ ڏي سڏيو.

”ماپا آءٌ واپس وڃڻ چاهيان ٿي. پنهنجي راهب کي چئو تہ چوغو لاهي ڇڏي. آءٌ توهان جي گھر ۾ گھڻو وقت نوڪرياڻي جي حيثيت ۾ رهي نٿي سگھان.“ هن ڌمڪي واري انداز ۾ چيو.

ماپا پڻ چاهيو ٿي تہ هن جو مڙس عام زندگي ۾ موٽي اچي. هن هڪ يا بہ ڀيرا اُن طرف اشارو بہ ڪيو پر موٽ ۾ هن کي مقدس ڪتابن مان حوالا ٻڌڻا پيا. هاڻ اُهو وقت ويجھو هو جڏهن راهب ٽن مهينن لاءِ ايڪانت ۾ ويهڻا هئا. جڏهن هن کي ڪجھہ سمجھہ ۾ نہ آيو تہ هوءِ ڇا ڪري، هن پنهنجي ساهيڙي سان مشورو ڪيو. ڪجھہ وقت ڳالهين ڪرڻ کان پوءِ اُهي ٻيئي ٿڪن ۾ ٻڌي ويون.

صبح جو سج جي روشني سونهري رنگ وکيري رهي هئي. ڪبوتر آمري جي وڻن ۾ ڪوڪو ڪري رهيا هئا. ماپا اڄ مارڪيٽ ڪو نہ وئي هئي. اُن جي بدران هو گھر تي سانجھڻ ڪري رهي هئي. سانجھڻ مان واندي ٿيڻ کان پوءِ اُٺي وهنجي ۽ پنهنجي پوري جسم کي پائوڊر هڻي خوشبوءِ ڪئي ۽ منهن تي هلڪو پائوڊر هنيو. هن پنهنجو ڇڙوڇڙ ٽيل سامان گڏ ڪيو ۽ اُن کي پري ۾ رکي ڳنڍ ڏني. هن پنهنجي مٿي جي وارن

ڪي جهڳٽو ڪري اُن ۾ ڪبوتر جو ڪنپ لڳايو. پرن کي پينسل سان گهرو ڪيو ۽ پان جي پتن کي چپاڙي چپن کي ڳاڙهو ڪيو. هن رنگين گلن جي ڊزائن وارو ڪڙتو پاتو ۽ مٿان اڇي رنگ جو نئون جئڪيٽ پاتو. هن ٻارڙن کي بہ صاف سٿرا ڪپڙا پاتا ۽ گهر جون سڀ شيون بند ڪيون. هڪ ڊڳي گاڏي ٻاهر ميدان ۾ انهن جي انتظار ۾ بيٺي رهي.

نيڪ ڏهين وڳي راهب خانقاھ جي اسڪول ۾ تعليم پرائيندڙ پنهنجي پٽ سان ظاهر ٿيو. جيئن ئي هو پهتو هن دل ئي دل ۾ انديشو ظاهر ڪيو تہ هو ڪيس راهب جي زندگي ڇڏڻ جو ضرور چوندا. هو گهر ۾ داخل ٿيو ۽ گهر جو سڀ سامان بند ٿيل ڏٺائين. هو تڏي تي ٿي ويٺو جيڪو ماسي هن لاءِ گهر ۾ عبات جي جاءِ تي وڇايو هو ۽ بنا ڪنهن مقصد جي نظرون هيڏانهن هوڏانهن گهمائي ماپا جي ڳولا ڪئي جيڪا اجائي ويئي.

ڪجھ وقت کان پوءِ ماپا ڪاڏي جي ٽالهي سميت ظاهر ٿي. اُداس اکين ۽ ڏيمي چال سان هوءِ هن جي ويجهو آئي ۽ ڪيس ڪاڏي جي صلاح ڪئي. راهب هن تي تڪڙي نظر گهمائي. هن ڏٺو تہ هوءِ ڪيئن نہ نئين لباس ۾ جچي رهي هئي. هن وري مٿس ڀيو پيرو نظر وڌي. هو هن جي نئين انداز سبب وقتي طور پريشان ٿي ويو. پر هن جي خيالن هن کي رڪ جيان بنائي ڇڏيو هو. هن سوچيو تہ ماپا ضرور هن کي واپس عام گهريلو زندگي ۾ موٽي اچڻ لاءِ گذارش ڪندي، پر هو رڪ جهڙي ارادي سان هن کي انڪار ڪري ڇڏيندو.

ماني کان پوءِ ماپا ماني جا برتن ڪنيا ۽ ادب مان ڪجھ فاصلي تي ويھ رهي. جيئن ئي راهب خطبو ڏيڻ لاءِ چپ چورڻ جي ڪوشش ڪئي، ماپا ماسي سان ڳالهايو.

"ماسي ڇا اجان گاڏي وارو ڪو نہ پهتو آهي؟"

راهب پنهنجو خطبو شروع ڪري نہ سگهيو ۽ ٻاهر انتظار ۾ بيٺل گاڏي ڏانهن نهاريو.

"ماپا هي ڇا ٿي رهيو آهي؟"

"آءٌ سڀ ڪجھ برهمچاري جي مرضي مطابق ڪرڻ چاهيان ٿي" ماپا راهب کي بنا ڪنڌ مٿي ڪندي مخاطب ٿيندي چيو "ماسي پنهنجي

ڳوٺ مونٽڻ چاهي ٿي. جي ڪڏهن هو هلي ويئي ته آءٌ هڪ ئي وقت دڪان ۽ گهر کي سنڀالي نه سگهنديس. اهو ئي سبب آهي جو آءٌ برهمچاري جي اجازت سان ٻن ٻارن سميت ماسي سان ڳوٺ وڃڻ چاهيان ٿي، وڏو پٽ برهمچاري جي سنڀال لاءِ ڇڏيو وڃان“.

هوءِ پنهنجي وڏي پٽ ڏانهن مڙي. ”پٽ برهمچاريءَ سان گڏ رهجانءِ!“ هن چيو ۽ ائين چوندي پنهنجي ڇهري تان ڪرندڙ لڙڪ اُگهيا.

راهب خاموشي سان سوچن ۾ غرق ٿي ويو.

”هڪ برهمچاري جيڪڏهن هن جي خواهش هجي ته هو پوري عمر راهب جي زندگي گذاري سگهي ٿو. هن جي نماڻي عورت کهڙي به طرح زندگي سان سمجهوتو ڪري زندگي گذاري وٺي ٿي. هڪ برهمچاري جي دنيا ۽ هن جي دنيا به الڳ الڳ دنيائون آهن. ٻنهي جي وچ ۾ تمام گهٽي وٿي آهي. تنهن ڪري اُنهن جي وچ ۾ فقط هڪڙي راهب ۽ عام محبت ڪندڙ جو رشتو ٿي سگهي ٿو. جيئن ته هن کي اجان به ٻه ٻار آهن. جيڪڏهن هن جي خيال ۾ ڪير ڪٿي به ڪهڙي به زندگي گذاري سگهي ٿو ته هو ان صورتحال کي قبول ڪري وٺي ٿي. اهو ئي سبب آهي جو هوءِ چاهي ٿي ته هاڻي ئي هر شئي جي چٽائي ڪري ڇڏجي، جيئن اڳتي هلي مونجهارو نه پيدا ٿئي.“

راهب کان حيرت مان رڙ نڪري ويئي. ماپا پنهنجون اکيون آهستي آهستي مٿي ڪنيون. راهب جا هٿ پنهنجي چوغي تي ڦريا. هن ماپا ڏانهن نهاريو.

ماپا ڳالهه کي جاري رکيو. ”اهو سڀ ڪجهه ٻنهي جي فائدي وٽان آهي. برهمچاري آزادي سان خدائي قانونن تي هلي سگهي ٿو ۽ هن جي نماڻي چاهيندڙ ان لائق هوندي ته هوءِ ڪجهه ماڻي سگهي.“

”تنهنجي ماسي جي ڳوٺ ۾ ڪافي تازي جي شرب جا موالي آهن.“ راهب چيو ”آءٌ عام زندگي ۾ موٽڻ چاهيان ٿو“.

۽ ماپا هڪ ڀيرو وري ڪوهسن جي زال بنجي ويئي.

* * *

# اباڻا ڪک

## سمر سيٽ ماهام

**ڪيٽ** سمر سيٽ شائر جبلن جي وچ ۾ واقع هو. هڪ پراڻي طرز جو پٿريلو گهر، واڙي، گودام ۽ ٻين گهرن جي وچ ۾ گهيريل هو. دروازي مٿان وڏن اکرن ۾ اُن جي تعمير ٿيڻ جو سال 1673ع لکيل هو. خاڪي رنگ جو هي گهر جنهن موسمن جا ڪئين لاها ۽ چاڙها ڏٺا هئا، زمين جي اُن حصي جيان ڏيکائي ڏنو ٿي، جنهن جي مٿان درختن جو سايو پوندو هجي. روڊ کان خوبصورت باغ تائين ايلم وڻن جي ڊگهي قطار هئي. جن نياز منديءَ مان سلام ڪري پراڻي گهر جو فخر مان ڳاٽ اوچو ڪيو ٿي. هتي جيڪي ماڻهو رهندا هئا اُهي ان گهر جيان سگهارا، مضبوط ۽ بلند مرتبو رکندا هئا. اُنهن سيني لاءِ قابلِ فخر اها ڳالهه هئي تہ جڏهن کان اهو گهر ٺهيو هو تہ هو پيءُ کان وٺي پٽ ۽ اُن جي پوين نسلن تائين هن ئي گهر ۾ ڄاوا هئا ۽ هتي ئي دفن ٿيا هئا. گذريل ٽن سئو سالن کان اُهي آسپاس جي زمين سنڀالي رهيا هئا. جارج ميڊوز هاڻ پنجاهہ سالن جو ٿي چڪو هو ۽ هن جي زال ڪائنس عمر ۾ هڪ يا ٻہ سال ننڍي هئي. هو ٻئي جواني کان وٺي پنهنجن پيرن تي بيٺل ۽ سوسائٽي ۾ اعليٰ حيثيت جا مالڪ هئا. اُنهن کي پنج خوبصورت ۽ سگهارا ٻار هئا، جن ۾ ٻہ پٽ ۽ ٽي نياڻيون هيون. اُنهن کي نئين سري سان زندگي جي شروعات ڪرڻ ۽ ڪجهہ ٻيو بڻجڻ جو شوق نہ هو. ڇاڪاڻ جو اُهي پنهنجي ڪرت ۽ حيثيت مان نہ فقط مطمئن هئا پر اُن تي هنن کي فخر بہ هو. مون اهڙو يڪمشت ۽ قرب محبت سان ڀريل گهر ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هو. اُهي محنتي، طبيعتن خوش مزاج ۽ ڏاڍا مهربان هئا. اُنهن جي زندگي وڏيرن جيان گذرندي هئي، يا ائين ڪٿي چئجي تہ اُنهن جي گذرندڙ زندگي هڪ مڪمل زندگي هئي، جنهن اُن کي ايڏي ڪامل

سونهن بخشي ڇڏي هئي، جيڪا بيٿوون جي موسيقي يا ٽٽيان جي مصوري ۾ آهي. اُهي هن زندگي مان ڏاڍا خوش هئا ۽ اُهي خوش گذارڻ جي اهل بہ هئا. گهر جو مالڪ جارج ميڊوز ڪونہ هو ۽ نہ ئي هن جي فيملي اُن جي دعويٰ ڪندي هئي. پر گهر جي مالڪڻ هن جي ماءُ هئي جيڪا عمر ۾ ڪائنس ٻيٽي هئي. هوءِ ستر سالن جي ڏگهي قد جي معزز عورت هئي ۽ هن جا وار پورا ٿي چڪا هئا. جيتوڻيڪ هن جي چهري ۾ ڪافي گهنج پئجي ويا هئا پر ان جي باوجود بہ اکين ۾ چمڪ ۽ ذهانت اجان بہ قائم هئي. هن جا لفظ گهر ۾ ڪيت تي قانون جي حيثيت رکندا هئا. هوءِ طبيعتن خوش مزاج ۽ چرچائي هئي. جيتوڻيڪ هن جا اصول تمام سخت هئا پر هن جي لفظن ۾ الاهي نرمي هوندي هئي. ماڻهو هن جي پوڳن ۽ چرچن تي کلي ڏيندا هئا ۽ اڪثر هنڌن تي دهرائي مزو وٺندا هئا. هوءِ سٺي واپاري مزاج جي عورت هئي. هوءِ صبح جو سوبل اُٿندي هئي ۽ پنهنجي ڪاروباري ذميوارين کي لڳي ويندي هئي. هوءِ هڪ مثالي عورت هئي. هن جي طبيعت ۾ حد کان زياده مزاح ۽ ٺٺولي شامل هئي.

هڪ ڏينهن مسز جارج مون کي پنهنجي گهر ڏانهن ايندي رستي تي روڪيو. هوءِ بڙبڙ ڪري رهي هئي (هن جي سس فقط مسز ميڊوز جي نالي سان سڃاتي ويندي هئي. جارج جي زال مسز جارج جي نالي سان سڃاتي ويندي هئي).

”تنهنجي خيال ۾ هتي ڪير اچي رهيو آهي؟“ هن مون کان پڇيو.

”چاچا جارج ميڊوز. توکي خبر آهي، جيڪو چين ۾ هو.“

”مون ڇو سمجهي ورتو هو تہ هو مري چڪو هو.“

”اسان سڀني سمجهيو ٿي تہ هو مري چڪو هو.“

مون چاچا جارج ميڊوز جو ذڪر ڪافي پيرا ٻڌو هو ۽ اُن مان مون کي هميشہ ايترو مزو ايندو هو جيترو پراڻي راڳ مان. هن حقيقي زندگي کي حيرت سان ڇهيو ٿي. چاچا جارج ميڊوز ۽ هن جو ننڍو ڀاءُ ٽام، ٻيئي مسز ميڊوز جي عشق ۾ تڏهن مبتلا ٿي پيا جڏهن هوءِ اڄ کان چاليهہ سال اڳ سرسبز ۽ شاداب وڻن جيان ڦوهہ جواني ۾ هئي. ۽ جڏهن هن ٽام سان

شادي ڪري ورتي ته جارج سمنڊ جي سفر ڏي روانو ٿي ويو.

هنن اڪثر ماڻهن واتان ٻڌو هو ته هو چين جي سامونڊي ڪناري تي رهي ٿو. گذريل ويهن سالن کان هو لڳاتار هنن کي سوکڙيون موڪليندو رهندو هو ۽ اُن کان پوءِ هن جو ڪو به پتو نه پيو ته هو ڪيڏانهن هليو ويو هو. جڏهن تام ميڊوز مري ويو ته هن جي بيواهه هن کي خط لکي آگاهه ڪرڻ چاهيو پر هن کي ڪو به جواب موصول نه ٿيو ۽ نيٺ هو ان نتيجي تي پهتا ته هو پڪ سان مري چڪو هو. پر گذريل ٽن يا چئن ڏينهن کان پورٽس مائوٿ جي خلاصي جي گهرواري کان هڪ خط پهتو. جنهن ۾ ڄاڻايل هو ته جارج ميڊوز گذريل ڏهن سالن کان سنڌن جي سور سبب بيوس ۽ لاچار ٿي چڪو هو ۽ هاڻ هو محسوس ڪري رهيو هو ته هو گهڻو وقت زنده رهي نه سگهندو ۽ انهي ڪري هن چاهيو ٿي ته هو هڪ ڀيرو اُن گهر کي ڏسي جنهن ۾ هو ڄائو هو. هن جو وڏو ڀائيٽو البرٽ ميڊوز پورٽس مائوٿ هن کي وٺي اچڻ لاءِ ويل هو ۽ ٻنپهرن جو گهر پهچڻو هو.

”ڪيترو نه عجيب ٿو لڳي.“ مسز جارج چيو. ”هو گذريل پنجاهه کان زياده سالن تائين هتي نه رهيو آهي. ايتريقدر جو هن ڪڏهن منهنجي جارج کي به نه ڏٺو آهي جيڪو ايندڙ سالگرهه تي ايڪونجاهه سالن جو ٿي ويندو.

”۽ مسز ميڊوز هن بابت ڇا ٿي سوچي؟“ مون پڇيو

”ها، توکي ته خبر آهي ته هوءِ ڇا آهي؟ هوءِ هتي ويهي ٿي ۽ پنهنجي منهن مسڪرائيندي رهي ٿي. هوءِ ٻڌائي ٿي ته ”جڏهن هو هتان روانو ٿيو هو ته ڏاڍو خوبصورت ڏسڻ ۾ ايندو هو. پر هو ايترو مستقل مزاج نه هو جيترو هن جو ڀاءُ هو“ اهو ئي سبب هو جو هن منهنجي جارج جي پيءُ کي چونڊيو ”۽ هاڻ شايد هو سنجيده ٿي چڪو آهي هن چيو ٿي.“

مسز جارج مون کي هن جي سنڀال ۽ خيال رکڻ جي پارت ڪئي. هڪ ڳوناٽي سادي عورت جيڪا لنڊن جي ويجهو واقع ڳوٺ کان ڪڏهن به ٻاهر نه وئي هئي. هن سوچيو ڇاڪاڻ ته هو ٻيئي چين ۾ رهيا هئا، تنهن ڪري لازمي طور اسان ۾ ڪي هڪ جهڙيون ڳالهيون هونديون. بيشڪ مون تسليم ڪيو. جڏهن آءٌ پهتس ته سڀ گهر جا ڀاتي گڏ ٿي چڪا هئا.

اُهي پراڻي شاهي بورچيخاني جي پٿريلي فرش تي ويٺا هئا. مسز ميڊوز معمول جيان باهہ جي ڀرسان ڪرسي تي ويٺي هئي ۽ ڏاڍي حشاش بشاش نظر اچي رهي هئي ۽ مون کي اهو ڏسي ڏاڍي خوشي محسوس ٿي. هن خوبصورت ريشمي لباس پاتو هو. هن جو پٽ ۽ زال ڀنهنجن ٻارن سان ميز تي گڏ ويٺل هئا. باهہ جي ٻئي پاسي ڪرسي تي هڪ پوڙهو ماڻهو ويٺو هو. هو تمام اپرو نظر آيو ٿي ۽ هن جي چمڙي ائين لڙي آئي هئي ڄڻ هن جو ڪو پراڻو سوٽ جيڪو هن جي ماپ کان وڏو هجي. هن جي چهري ۾ گهنج پئجي چڪا هئا ۽ هن جا سڀ ڏند ڀڄي چڪا هئا.

مون هن سان هٿ ملايو.

”نيڪ آهين مسٽر ميڊوز. مون کي اهو ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي تہ توهان هتي آساني سان پهچي ويا“.

”ڪيپٽن!“ هن درستي ڪندي چيو.

”هو هتي پاڻ هلي پهتو آهي“. هن جي وڏي ڀائٽي البرٽ مون کي ٻڌايو ”جڏهن هو دروازي جي ويجهو پهتو تہ هن مون کي اهو چئي ڪار روڪڻ جو چيو تہ ”هو پنڌ هلڻ چاهي ٿو“.

”۽ ڏيان سان ٻڌ. آءُ گذريل ٻن سالن کان بستري تي پيو هوس. انهن مون کي هيٺ لاٿو ۽ ڪار ۾ وڌو. مون سوچيو تہ هاڻ آءُ وري ڪڏهن بہ هلي نہ سگهندس. پر مون جڏهن هتي ايلمر جا وڻ ڏٺا تہ مون ۾ بابا جي انهن پوڪيل وڻن اُتساهہ جاڳايو ۽ مون محسوس ڪيو تہ آءُ هلي سگهان ٿو. آءُ هتان ٻاونجاهہ سال اڳي پنڌ هلي ويو هوس ۽ هاڻ ايڏي عرصي کان پوءِ واپس پيدل هلي آيو آهيان.“

”اناڙي! آءُ ان کي احمقانہ حرڪت سمجهان ٿي.“ مسز ميڊوز چيو.

”ائين ڪندي مون کي سٺو لڳو. مون پاڻ کي گذريل ڏهن سالن جي پيٽ ۾ هاڻي وڌيڪ بهتر، مضبوط ۽ سنجيده محسوس ڪيو. ايملي آءُ اڃان بہ توکي ڏسڻ جي خواهش رکان ٿو.“

جيتريقدر مون کي خبر هئي تہ مسز ميڊوز کي ڪو بہ سندس اصلي نالي سان ڪو نہ سڏيندو هو. انهي ڪري مون کي برو لڳو ۽ ڏک بہ

ٿيو. ۽ پوءِ مون کي ائين لڳو ته ڇن پوڙهو ماڻهو هن سان ضرورت کان زياده حد تائين فري هو. هن ڏانهس حرفتي مرڪ اکين ۾ سمائي نهاريو. هن سان ڳالهائيندي کلڻ مهل ڏند نه هئڻ سبب هن جي وات مان هوا نڪري ٿي ويئي. هو ٻئي عجيب ڏيکائي، ڏيئي رهيا هئا ۽ ٻنهي جون حرڪتون عجيب لڳيون ٿي. اهي ٻئي جن اڌ صدي کان زياده عرصي تائين هڪ ٻئي کي نه ڏٺو هو هن وقت ڇا سوچيندا هوندا. هو هن کي گهڻو اڳ پيار ڪندو هو ۽ هوءِ به هن کي ساڳين جذبن سان پانئيندي هئي. اهو سوچيندي ته هو جڏهن اهو دور ياد ڪندا هوندا ته هو هڪ ٻئي لاءِ ڪهڙا جذبا رکندا هئا، ۽ هڪ ٻئي سان ڪهڙو حال ونڊيندا هئا، مون کي ڏاڍي حيرت ٿي، ۽ هاڻ هن کي به ڪيڏو نه عجيب لڳندو هوندو ته هو ڪافي وقت اڳي اُن پوڙهي عورت ۽ ٻين گهرياتين لاءِ گهر ٻار ڇڏي جلاوطنيءَ واري زندگي گذاري هئي.

”ڪيپٽن ميڊوز! ڇا توهان شادي ڪئي يا نه؟“ مون پڇيو.

”نه مون ناهي ڪئي.“ هن ڏڪندڙ آواز ۾ مرڪندي چيو.”آءُ اُن لاءِ ڪافي حد تائين عورتن کي ذميوار سمجهان ٿو.“

”تون اهو ئي چوڻ چاهين ٿو.“ مسز ميڊوز تيز ڳالهائيندي چيو ”جيڪڏهن حقيقت جي خبر هجي ها ته مون کي اهو ڄاڻي حيرت نه ٿئي ها ته تن ڏينهن ۾ تنهنجو اڌ ڊزن کن ڪارين زالن سان تعلق هو.“

”ايملي!“ چين ۾ اهي ڪاريون نه آهن. تون چڱي ريت ڄاڻين ٿي. اُهي پيليون هيون.

”شايد ان ڪري تون خود به پيلو ٿي ويو آهين. جڏهن مون توکي ڏٺو ته مون پنهنجو پاڻ کي چيو ته هن کي سائي ڪيئن ٿي آهي“.

”آءُ چوان ٿو ته مون ڪڏهن به شادي ڪو نه ڪئي. پر تون ايملي! مون وٽ ڪير به ڪونهي.“

هن اهو سڀ ڪجهه غصي يا جوش مان ڪو نه چيو. پر اهڙي حقيقت بيان ڪئي جيڪا هڪ ماڻهو واقعي بيان ڪري سگهيو ٿي. ”مون توکي چيو ته آءُ ويهه ميل پنڌ ڪري سگهان ٿو ۽ اُهو مون ڪيو.“ هن جي ڳالهائڻ ۾ خود تسڪيني ۽ اعتماد سمايل هو.

”نيڪ آهي جيڪڏهن تون چوين ٿو تہ توکي اُن جو افسوس ضرور ٿيو هوندو.“ هن وراڻيو.

مون پوڙهي ماڻهو سان چين بابت ٿورو ڳالهايو.

”چين ۾ اهڙو ڪو بہ بندرگاهہ ڪونهي جنهن جي باري ۾ آءٌ بهتر نہ ڄاڻندو هجان جهڙو تون پنهنجي ڪوٺ جي کيسي متعلق ڄاڻندو هوندين. جتي بہ بحري جهاز وڃي سگهي ٿو آءٌ ويو آهيان. جيڪڏهن آءٌ توکي هتي ڇهن مهينن لاءِ ويهاري ويهان تہ بہ آءٌ توکي هڪڙي ڏينهن ۾ ڏٺل اڌ شين بابت بہ تفصيلي ٻڌائي نہ سگهندس.“

”جارج! ٺيڪ آهي هڪڙو ڪم تون ڪو نہ ڪري سگهيو آهين جيئن مون کي نظر اچي ٿو“ مسز ميڊوز چيو. هن جي اکين ۾ ٺٺولي نمايان هئي پر اُن ۾ نامهربان مرڪ ڪو نہ هئي. ”۽ تنهنجي اها ئي قسمت ناهڻ جي عمر هئي.“

”آءٌ اُنهن مان ناهيان جن پئسا بچايا، پئسو ڪمايو ۽ خرچ ڪيو. اهو منهنجي زندگي جو مول مقصد هو. پر هڪ ڳالهہ جيڪا آءٌ پنهنجي لاءِ چوان ٿو تہ جيڪڏهن مون کي زندگي ۾ وري وجھ جو موقعو مليو تہ آءٌ ان کي ڪو نہ وڃائيندس ۽ اُهو ڊگهي عرصي لاءِ نہ هوندو جيئن آءٌ چوان ٿو.“

”نہ بيشڪ“ مون چيو.

مون هن ڏي عزت ۽ ساراهہ ڀري نظرن سان نهاريو. هو بنا ڏندن، جي ڪمزور پوڙهو هو. پر هن ڪامياب زندگي ماڻي هئي ۽ اُن مان مزو ورتو هو. جڏهن مون ڪائنس موڪلايو تہ هن چيو تہ ”هو سڀاڻي ساڻس ضرور ملڻ اچي. جيڪڏهن آءٌ چين ۾ دلچسپي رکان ٿو تہ هو ڪيس اُهي سڀ قصا ٻڌائيندو جيڪي هو ٻڌڻ چاهي ٿو.“

ٻي ڏينهن مون سوچيو تہ آءٌ وڃان ۽ پڇان تہ ڇا پوڙهو ماڻهو مون سان ملڻ پسند ڪري ٿو. آءٌ ايلم درختن جي وچان رستي تان هلندو جڏهن باغ ۾ پهتس تہ مون مسز ميڊوز کي گل چونڊيندي ڏٺو. مون هن کي صبح جو سلام ڪيو ۽ هن اُن جي سلام واري وراڻي ڏني. هن جو سڄو هٿ سفيد گلن سان ڀريل هو. مون گهر ڏي نظر ڪئي ۽ ڏٺم تہ پردا هٽيل هئا. مون کي اهو ڏسي حيرت ٿي تہ مسز ميڊوز کي اُس وٽن لڳي هئي.

”ڪافي وقت اوندهہ ۾ گهارڻ لاءِ ملندو جڏهن تون دفن ڪيو ويندين“ هوءِ سدائين چوندي هئي.

”ڪئپٽن ميڊوز ڪيئن آهي“ مون هن کان پڇيو.

”هو عجيب و غريب ماڻهو هو.“ هن جواب ڏنو. ”جڏهن لڙي هن وٽ صبح جي چانهہ کڻي ويئي تہ هن ڏٺو تہ هو مري چڪو هو.“

”هو مري ويو؟“

”ها. هو ستو ءِ وري ڪو نہ اُٿيو. آءٌ هي گل هن جي ڪمري ۾ رکڻ لاءِ پٽي رهي آهيان. ٺيڪ آهي مون کي خوشي آهي تہ هن پنهنجي پراڻي اصلي گهر ۾ وفات ڪئي. هن سندن لاءِ گهڻو ڪجهہ ڪري ڏيکاريو.

اُنهن کي ڪيس بستري تي ليٽائڻ لاءِ تمام گهڻي تڪليف ڪرڻي پئي. هن اُنهن سان سيني واقعن بابت ٻڌالهايو. جيڪي هن جي ڏکهي زندگي ۾ ٿي چڪا هئا. هو واپس پراڻي گهر ۾ موٽڻ تي ڏاڍو خوش هو. هن کي اُن تي فخر هو تہ هو بنا ڪنهن سهاري جي واپس پيدل هلي آيو هو ۽ هن ٻڌاڪ ٿي هنئي تہ هو وڏيڪ ويهن سالن تائين جيئندو. پر قسمت مهربان ٿي چڪي هئي ۽ موت صحيح جڳهہ تي فل اسٽاپ لڳائي ڇڏيو هو.

مسز ميڊوز کي سفيد گلن جي خوشبوءِ محسوس ٿي رهي هئي جيڪي هن جي هٿن ۾ رکيل هئا.

”ها مون کي خوشي ٿي محسوس ٿئي تہ هو واپس وٺي آيو.“ هن ٻڌالهايو. ”ٽام ميڊوز سان شادي ڪرڻ کان پوءِ جارج ويو هليو. حقيقت اها آهي تہ مون کي ڪڏهن بہ يقين نہ آيو تہ ڪو مون صحيح ماڻهو سان شادي ڪئي هئي.“

* * *

# للي جي ننڍڙي دنيا

## هوانگ هئي

**هي** ڪهاڻي مون کي منهنجي دوست ٻڌائي.

”للي هل تہ ٻاهر هلون.“ هن اهي لفظ جڏهن ٽيرهون ڀيرو ورجايا تہ هن منهن ۾ گهنڊ پائي مون ڏي نهاريو ۽ پوءِ مرڪي منهنجي ڪن ۾ آهستي چيو. ”نہ آءٌ نٿي هلي سگهان.“

مون هن جا هٿ پنهنجن هٿن ۾ جهليا. هن جي هٿن جو ڇهاءُ محسوس ڪندي منهنجي دل جي ڌڙڪن وڌي ويئي. مون کي هن جي جواب تي ڏاڍي ڪاوڙ آئي.

”للي يا تون مون کي پسند نٿي ڪرين يا تہ مون کي فقط ٽارچر ڏيڻ لاءِ ائين ٿي ڪرين؟“

”آخر تون ائين ڇو ٿو سوچين؟“

آءٌ ماڪي جي شيشي ۾ هڪ مک وانگر آهيان مون کي خبر آهي تہ آءٌ ٻڏي رهيو آهيان ۽ منهنجو بچڻ ناممڪن آهي پر پوءِ بہ هٿوراڙيون هڻي رهيو آهيان“.

”پر.“ هن گهٻراهٽ مان چيو. ”جيڪڏهن آءٌ توسان هلڻ تي راضي ٿيان تہ ڇا تون مون کي رات جو ٻارهين وڳي کان اڳ ڇڏڻ جو واعدو ڪندين؟“

”يقينن.“

”تہ پوءِ ٺيڪ آهي.“

مون دنيا ۾ پاڻ کي سڀ کان اوچو محسوس ڪيو. اسان والٽز جي ڌن تي ڊانس ختم ڪري ٻاهر آياسين.

منهنجي هن سان پهرين ملاقات هڪ مهينو اڳ ٿي هئي. آءٌ

پهرين ئي نظر ۾ هن جي عشق ۾ ننهن کان چوٽي تائين ڦاسي پيس. هن ويجهڙائي ۾ شراب خاني ۾ نوڪري ورتي هئي. هن جو چهرو ائين باسيو ٿي جڻ تہ ميري گدلي تلاءُ ۾ ڪو ڪنول ٽڙي رهيو هجي. هن نئين نڪور دوشيزه جي سادگي اڳيان ڪلب جون باقي ڇوڪريون معمولي نظر آيون ٿي.

هن جي بيضوي چهري، سنهڙن پرن، جن ۾ سدائين آڪڙ پريل هوندي هئي ۽ شفاف اکين کي ڏسي مون کي ”لال حويلي جي خواب“ واري هيروئن ياد پوندي هئي. شوخ ۽ چنچل حسينا، شيشي کان بہ وڌيڪ نازڪ، جنهن کي سدائين پوڄڻ تي دل گهرندي هئي. هوءَ نہ فقط شوخ ۽ نازڪ هئي بلڪ هن جي اُپريل ڇاتي ۽ من کي ڀائيندڙ ادائن جي ڪري سيڪس سمبل طور پڻ مشهور هئي.

جن جو روزانہ مئڪدي ۾ اچڻ ٿيندو هو اُنهن کي خبر هئي تہ پئسي سان سڀ ڪجهہ حاصل ٿي سگهيو ٿي، پر للي لاءِ اُنهن جي راءِ مختلف هئي. هن تنهائي ۾ گذارڻ پسند ڪيو ٿي ۽ ڪنهن سان بہ وڃڻ کان انڪار ڪيو ٿي. اهو ئي سبب هو جو هن آڌي رات جو گهر وڃڻ تي زور ڏنو. شايد انهن ئي سببن ڪري هوءَ مئخاني ۾ ايڏو مشهور ٿي نہ سگهي هئي. ميخاني ۾ روز حاضري ڀريندڙن هن تي ”پنهنجي حسن کان بي نياز“ جو لقب رکي ڇڏيو هو. جنهن جو مطلب هو هيئن ڪيندا هئا تہ هوءَ هڪ املهہ ماڻڪ هئي. پر هن کي اها خبر نہ هئي تہ ماڻهن ۾ ڪيئن اُن کي پڌرو ڪجي.

شروع شروع ۾ مون دوستن جي انهن راين تي اعتبار نہ ڪيو. پر پوءِ سندس روين مان مون بہ اهو ئي اندازو ڪيو ۽ دوستن جي راءِ تي يقين ڪرڻو پيو. پر اهو سڀ ڪجهہ ڄاڻندي بہ مون هن تي بي انتها دولت لٽائي ۽ هن جو مون سان گڏ هلڻ جي عرض تي سدائين جواب نہ ۾ هوندو هو ۽ مون کي اهو ناڪار ۾ جواب هڪ نہ بلڪ ٻارنهن ڀيرا اڳ ملي چڪو هو.

”مون کي افسوس آهي. پر آءٌ ڇا ڪريان. آءٌ هڪ اهڙي بيڪار عزيز سان گڏ رهان ٿي جيڪو رات جي ٻارهين وڳي کان پوءِ در نٿو کولي“

مون کي هن وڌيڪ ٻڌايو تہ گهر ۾ ڪنهن کي بہ خبر ناهي تہ ڪا

هوءِ شراب خاني ۾ ڪم ٿي ڪري. هن اها پڻ دعويٰ ڪئي ته هليتائين هن جو ڪو به بواءِ فرينڊ نه هو. شايد تنهن ڪري هن ڪنهن کي به گهر وٺي هلڻ کان انڪار ڪيو ٿي. پر مون سوچيو ته مون کي صبر ڪرڻ گهرجي ۽ صبر سان ئي هڪ ڏينهن آءٌ هن کي ماڻي وٺندس.

آءٌ صحيح هوس. آخر هن منهنجي جي دعوت تي مون سان گڏ ٻاهر هلڻ قبولي ورتو.

اهو پهريون موقعو هو ۽ مون کي فخر هو ته شراب خاني مان نڪرڻ وقت منهنجي ٻانهن هن جي چيلهه ۾ هئي. هوءِ منهنجي گاڏي ۾ ٿي ويٺي ۽ اسان سمنڊ جي اُلهندي ڪناري کان ٿيندا نائٽ ڪلب ڏانهن هلڻ لڳاسين.

اسان رستي هلندي چٽو به ڪندا هلياسين ۽ مشروب واپرائيندي ڳالهيون به ڪندا هلياسين. ڳالهين دوران رکي رکي اسان جا ٽهڪ به فضا ۾ گونجيا ٿي.

مون ڪوشش ڪئي ته هوءِ ڪجهه زياده پيئي پر هن وڌيڪ وٺڻ کان انڪار ڪيو.

مون ڪوشش ڪئي ته هوءِ مون سان هوٽل ۾ ترسي پر هن ايئن جتايو ته هوءِ سندس ڳالهه نه پيئي ٻڌي يا ايئن محسوس ڪرائڻ لڳي ته، هوءِ سندس ڳالهه نه پيئي سمجهي سگهي ته هو ڇا چوڻ ٿو چاهي.

مون فيصلو ڪيو ته ڪيس هائوڪار ڪرائڻ لاءِ هاڻ سنئون سڌو طريقو اختيار ڪجي. مون ٿي سئو رپين جو چيڪ صحيح ڪري هن جي ٿيلهي ۾ وڌو. هوءِ مرڪي ۽ ڪو به انڪار نه ڪيائين پر هن منهنجو شڪريو به بجا نه آندو.

۽ نيٺ رات جا ٻارهن وڳا. هن چيو "هاڻ مون کي ضرور وڃڻ گهرجي."

"للي" مون کيس فقيراڻي انداز ۾ عرض ڪيو. "تون شايد بنا دل واري حسينا آهين. آخر تون مون کي ٿورڙو سمجهڻ جي ڪوشش ڇو نٿي ڪرين؟"

"خود غرض وحشي!"

هن مون ۾ گهوري نهاريو ۽ پنهنجو ٿيلهو کنيائين.

”نہ“ مون هن جو هٿ جهليندي چيو ”للي آءٌ خود غرض ناهيان. پر جڏهن تون نہ هوندي آهين تہ زندگي بي معنيٰ لڳندي آهي“.

هن مرڪي ڏنو. شايد هوءِ منهنجي خلوص کان متاثر ٿيڻ لڳي هئي. پر جلد ئي هن پنهنجون نظرون مون تان هٽائي ورتيون. مون ڪوشش ڪئي تہ آءٌ ساڻس اکيون ملايان پر هوءِ سمنڊ ۾ نهارڻ لڳي هئي.

”توکي اجان بہ صبر ڪرڻ گهرجي.“

”ڇا تون مون وٽ نہ ٽڪنديئين؟“

”نہ آءٌ نٿي ٽڪي سگهان“

جيڪڏهن منهنجي ڪار اوچتو خراب ٿي پوي تہ پوءِ؟“

”تہ پوءِ آءٌ ٽيڪسي تي هلي وينديس“

”جيڪڏهن منهنجي ڪار اهڙي هنڌ جواب ڏيئي ڇڏي جتي ٽيڪسي بہ ميسر نہ هجي تہ پوءِ؟“

”ائين ٿي نٿو سگهي.“ هوءِ ڏاڍي رُڪي محسوس ٿي. هن پنهنجو هٿ ڇڏائيندي، چيو ”گهڻو زور ڪرڻ بيڪار آهي. توکي تہ خبر آهي.“

مون محسوس ڪيو تہ واقعي گهڻو زور ڪرڻ بيڪار هو. تنهن ڪري آءٌ هن کي ڪار ڏي وٺي ويس.

رات ڪافي گذري چڪي هئي. نيرو آسمان ڪوريئڙي جي ڄار وانگي تارن سان اُٽيل هو. سمنڊ جو اُلهندو ڪنارو رات جي اونداهي ۾ خاموشي ۾ ٻڏي چڪو هو. آءٌ پڻ خاموش هوس ۽ اندر جي آگ ۾ جلندي گاڏي هلائي رهيو هوس، ۽ ٿيڏي اک سان هن ڏي نهاري بہ رهيو هوس.

هوءِ تمام اُتاولي لڳي ٿي ۽ هر هر پنهنجي گهڙي ڏي ڏنائين ٿي ۽ ٽڏا ساهہ پريائين ٿي. آءٌ ڄاڻي واڻي گاڏي آهستي هلائي رهيو هوس. هن کان نيٺ رهيو نہ ٿيو ۽ هن خاموشي کي ٽوڙيندي چيو:

”وري ڇا ڳالهہ آهي؟ تون گاڏي تيز ڇو نٿو هلائين؟“

”گاڏي جي انجڻ صحيح ڪم نٿي ڪري“

”اهو نسورو ڪوڙ آهي. ٿوري دير اڳ تہ انجڻ صحيح هئي هاڻي ڇا ٿي ويس؟“

”دلربا للي! پر آءٌ پاڻ کي ٺيڪ محسوس نٿو ڪريان. تو منهنجي تمام گهڻي دل آزاري ڪئي آهي“
”اوهه شرارتي ٻارڙا! هاڻي ان ڳالهه کي وساري ڇڏ. چپ ڪري گاڏي صحيح نموني هلائي. جلدي ڪر“
”نه بلڪل نه. آءٌ اجان به گاڏي آهستي هلائيندس جي تون مون کي خرچي نه ڏينديئين.“
”خرچي!؟“ هوءَ عجب ۾ پئجي ويئي.
”ها خرچي ۾ فقط هڪ چمي.“
هوءَ گهٻرائجي ويئي ۽ نا اُميدي مان هيڏي هوڏي نهارڻ لڳي. روڊ جي ٻنهي پاسي ڪان بجلي جي ڪنڀن ۾ ٻرندڙ بلبن جي روشني ۽ سمنڊ مان اُٿندڙ ڇولين جي شور کي ڇڏي باقي چوطرف اوندهه ۽ خاموشي ڇانيل هئي. هوءَ مون ڏانهن پڳل دل سان مڙي هن جي اکين ۾ لڙڪ پرجي آيا هئا. مون پنهنجي غرور جي سوڀ تي مرڪي ڏنو. هن ٿڌو ساهه کنيو ۽ پنهنجو ڪنڌ سمنڊ ڏي لاڙي اکيون پوري ڇڏيون.
”ڇا آءٌ.....؟“ هن کي ڇيڙائيندي مون کي ڏاڍو مزو اچي رهيو هو.
”ٺيڪ آهي.“ هن انتهائي ڏوراپي واري انداز ۾ هائوڪار ڪئي.
”پر ان ۾ هن جي مرضي به شامل هئي!؟“ مون سوچيو
مون روڊ جي پاسي ڪان گاڏي بيهاري ۽ جيئن بکايل بگهڙ پنهنجي شڪار تي ڪرندو آهي. تيئن مون به پنهنجا ٻيئي هٿ سندس ڇيل ۾ وجهي هن کي چمڻ شروع ڪيو. هڪ، ٻه..... ڪجهه سيڪنڊن ڪانپوءِ جلد ئي هن مون کي پري ڌڪيندي ڇڏائي ورتو.
”وڌيڪ نه ايترو ڪافي آهي“.
آءٌ ڪنڀن جي جهڪي روشني ۾ سندس چهرو ڏسي سگهيس ٿي. هن جي چهري تي شرم سان گڏ سخت غصو به ڇانيل هو. هن جي چهري تي اُپرندڙ عجيب ريڪائن منهنجي چاهه کي اجان به وڌايو. اوچتو حسد جو عنصر مون تي ڇائنجي ويو ”ڇا واقعي ڪو ئي هن جو گهر تي انتظار ڪري رهيو هو؟“.
مون اندر ئي اندر ۾ مرڪي ڏنو ۽ گاڏي استارٽ ڪئي. هاڻ آءٌ

سٺ ميل في ڪلاڪ جي رفتار سان گاڏي هلائي رهيو هوس.

”تون ڪٿي رهين ٿي؟“

پهرين تہ هوءَ گهبرائجي ويئي ۽ پوءِ پنهنجو پاڻ کي سنڀاليندي چيائين ”گيلينگ گهر نمبر 10...“

مون گهٽي ۾ گاڏي بيهاري. هوءَ تڪڙي لٿي ۽ خدا حافظ چئي تيزي سان رواني ٿي ويئي. هن مُڙي پوئتي نهارڻ جي زحمت بہ نہ ڪئي.

مون گاڏي اسٽارٽ ڪئي ۽ ٿورڙو اڳيان هلي گاڏي بيهاريم ۽ هيٺ لهي هن جو پيڇو ڪيم.

هوءَ پاسي واري گهٽي ۾ مڙي هڪ بانس جي لڪڙن مان ٺهيل گهر ۾ هلي ويئي.

جڏهن آءٌ گهر وٽ پهتس تہ دربند ٿي چڪو هو. گهر ۾ بجلي نہ هئي. پر دري مان لالٽين جي جهڪي روشني ۾ اندر جو ماحول چٽو نظر اچي رهيو هو. هڪ ننڍڙو ٻارڙو زور سان روئي رهيو هو. هن جي رئڻ مان لڳو ٿي تہ هو ڪافي وقت کان روئي رهيو هو.

آءٌ دري جي پاسي کان ٿي بيٺس.

منهنجي ڪنن تي ”آواز“ پهتو. اهو للي جو آواز هو.

”او ننڍڙا پيارا! توکي ڏاڍي بک لڳي آهي؟“

”مون هن لاءِ کير گرم ڪري ڇڏيو آهي.“

اهو هڪ مرد جو آواز هو. ”پر تو ايڏي دير ڇو ڪئي؟“

”آءٌ ڇا ٿي ڪري سگهيس؟ للي ٺڏو ساهہ کنيو ”هڪ بيشرم پوڪ مون کي نہ پيو ڇڏي.“

مون کي هاڻي ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي رهي هئي. هن سان نہ فقط هڪ مرد گڏ رهيل هو پر هن کي هڪ ٻار بہ هو. آءٌ بيوقوف هوس جو هن تي ايڏو مهربان هئس ۽ هن مون کي فقط هڪ چمي لاءِ بہ ايڏو تڙپايو ٿي.

مون زور سان لت هڻي دروازو کوليو جيڪو ايئن ئي ڀيڪڙيل هو. ۽ چيو ”هاءِ“ للي!“

جهڪي روشني ۾ مون ڏٺو تہ للي جو چهرو هيڊو ٿي ويو ۽ هن جا چپ درد وچان لرزي رهيا هئا. هن جي ڪڇ تي ٻارڙو هو. منهنجي اندر ۾

انتقام جي باھہ ڀڙڪي اُٿي.

”تہ ھي آھي تنھنجي رشتيدار جو گھر!؟ مون تنھنجي لاءِ ھيترو ڪجھہ ڪيو تڏھن بہ تون مون ڪي بيشرم ڀوڪ تي ڪوٺين؟“

”توکي شرم اچڻ گھرجي. ھيءَ منھنجي زال آھي. آخر تون ڇا ٿو چاھين؟“ ھڪ ماڻھو ڪمري جي ڪنڊ مان زور سان رڙ ڪندي چيو ”ٻاھر نڪري وڃ. آءٌ چوان ٿو ھتان ھليو وڃ.“

آءٌ وڃڻ لاءِ تيار ٿي ويس.

پر جڏھن ھو ٻاھر آيو تہ مون ڏٺو تہ ھو لنگڙو ھو ۽ تمام تڪليف مان منڊڪائي اچي رھيو ھو. آءٌ ھاڻ ھن جو چھرو چٽو ۽ صاف ڏسي سگھيس ٿي. سنھڙو گھري رنگ جو چھرو. جنھن ۾ اکيون اندر کپيل ھيون. ھن جا پرون گھاٽا ۽ وار وکريل ھئا. ھن جي اھا حالت ڏسي مون کي ڏاڍي تڪليف پھتي.

ھن نفرت وچان ٺھڪ ڏنو. ”تہ تون آھين منھنجي باس جو پيارو لاڏلو.“

ھن جو آواز فضا ۾ ائين گونجي اُٿيو جيئن ڪنھن جھنگل ۾ اڌي رات جو گدڙ اوناڙيندا آھن.

”اوھہ! تہ تون آھين!“

مون کي ذري گھٽ ڏڪڻي وٺي ويئي. آءٌ تيزي سان ڀڄندو ڪار ڏي وڌيس ۽ جلدي جلدي ڪار اسٽارٽ ڪيم. جڏھن مون کي پڪ ٿي تہ آءٌ ھاڻ اُنھن کان ڪافي پري نڪري آيو آھيان. تہ گاڏي بيھاري پگھر اگھيم.

ڇا ھو سچ پچ يانگ چنگ ڪنگ ھو؟ فقط پنج مھينا اڳ ھو منھنجي پيءُ جي مل ۾ انجنيئر جي حيثيت ۾ ڀرتي ٿيو ھو ۽ ڪم ڪندي ھن جي ٽنگ مل ۾ اچي ڪٽجي ويئي ھئي. ھو منھنجي پيءُ سان علاج ۽ معاوضي واسطي ڪيترائي ڀيرا ملڻ آيو پر نتيجي ۾ ھن کي مل مان خارج ڪيو ويو ۽ جڏھن بي رحم زندگي ھن کي فٽ پاٿ تي اُڇلي ڇڏيو. تڏھن للي ھن جي ننڍڙي دنيا ۾ ھن جي زال بڻي...

* * *



**پون سنڌي،** بنيادي طور تي سنڌي زبان جو شاعر آهي ، پر سندس پهريون ڪتاب ترجمو ڪيل ڪهاڻين جو مجموعو "گوري گهاگهر ۽ گوندر" 1985 ۾ شايع ٿيو ۽ ٽيهارو ورهين جي وڇوٽيءَ ڪان پوءِ وري ٻيو ساڳيو ڪتاب 2015 ۾ شايع ٿيو آهي ، جنهن مان سندس پرڏيهي ڪهاڻين ڏانهن لاڙي ۽ پڙهندڙن جي دلچسپيءَ جو ڏس ملي ٿو.

مون کي پون جي پهرين پيري ڇپيل ڪتاب ۾ ڪهاڻين جي ڪيل چونڊ وڻي هئي ته ڪتاب جي عنوان به پاڻ ڏانهن ڇڪيو هو . سندس چونڊيل ڪهاڻيون اسان جي سماج سان لهڪندڙ ۽ حالتن سان ميل کائيندڙ آهن، جن پنهنجين اصلوڪين ٻولين ۾ ضرور پنهنجي نمايان جڳهه ٺاهي هوندي ۽ اسان کي به ائين لڳو ڄڻ اسان جي پنهنجي ٻوليءَ جي ڪهاڻين مان ئي ڪنهن ويون هجن . اها ترجمي نگار جي وڏي ڪاميابي آهي .موجوده دور ۾ جتي سٺن ترجمي نگارن جي کوٽ آهي، اتي پون سنڌي جهڙن ليکڪن جو انهيءَ ميدان ۾ وڌيڪ ڪم ڪرڻ نه فقط هڪ نهايت سٺو اضافوآهي، پر نوان ٽرينڊ ۽ پرڏيهي ادب متعارف ڪرائڻ لاءِ نئين ٽهيءَ ۾ پڻ اتساهه پيدا ٿيندو.

پون سنڌيءَ جو موجوده ڪتاب به ، پرڏيهي ڪهاڻين جو مجموعو آهي جيڪو سندس اعليٰ چونڊ ، ڪامياب ترجمي ۽ دلچسپ موضوعن تي مشتمل آهي ۽ پڙهندڙن جي دلين ۾ پنهنجي جڳهه ضرور ٺاهيندو. ان سان گڏوگڏ ڪانئس اها به اميد رکي سگهجي ٿي ته سندس شاعريءَ جو مجموعو، جيڪو هڪ عرصي کان ڇپائيءَ جي اِنتظار ۾ آهي ، پڙهندڙن کي جلد ملندو .

**ولي رام ولڀ**

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين "اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)